# گور مت سار

پاڱو ۱ ۽ ۲

ليکڪ



پرم سنت حضور مهاراج ساون سنگهه جي

راڌا سوامي ستسنگ بياس، پنجاب ۔

# ٻوڪا

شري حضور مهاراج بابا ساون سنگهه جن پنهنجي ۴۵ سالن جي نشڪام شيوا جي دوران ۾ پرمارٿي جگياسن جي ڪوڄ ڄاڻ لاءِ انيڪ پستڪ لکيا جن مان ٻن ڀاڱن ۾ "گورمت سڌانت" پرسڌ آهي. هر ڪنهن ڀاڱي ۾ لڳ ڀڳ هڪ هزار صفحا آهن جن ۾ قريب قريب پرمارٿ جي هر هڪ وشيه جي حوالن سميت وياکيا ڪئي وئي آهي.

هر ڪنهن اڀياسيءَ کي شايد ايترو وقت نه ملي جو ٻه هزار صفحا پڙهي سگهي. انهيءَ ڪري انهن ٻنهي ڀاڱن جي ٻوڪائن کي گڏي موجوده پستڪ جي روپ ۾ پاٺڪن جي شيوا ۾ رکيو ويو.

هن ٻنهي حصن ۾، جن جو نالو "گورمت سار" ڀاڱو پهريون ۽ ٻيو رکيو ويو آهي، حضور مهاراج جن سنت مت جي مکيه مکيه سڌانتن جو مختصر اليک ڪيو آهي. آشا آهي پاٺڪن کي پڙهڻ سان پرمارٿي لاڀ پهچندو. جيڪڏهن ڪو شائق جگياسو سنت مت بابت وڌيڪ ڄاڻ حاصل ڪرڻ چاهي ته پوءِ وڏي پستڪ گورمت سڌانت جي ٻنهي ڀاڱن کي پڙهي.

شيوا ۾

**ڪي. ايل. کنا**

سيڪريٽري

**راڌا سوامي ستسنگ بياس**

# فهرست

## پاڱو ڀڱيون

## ڀاڱو ٻيو

## ڀريَن ڌرم يا اِنسان

اِنسان سڀ کان آدي آهي، ڌرم سڀ پوءِ ٿيا. ڌ
اِنسان جي واسطي ۽ سندس روحاني ترقيءَ لاءِ ٺاهيا و
ڌرم جو اصلي مقصد هو دائمي خوشي ۽ پرماتما سان ميلاپ
اڄ ڪلهه مايا وي پڌارڻ، عقل جي رسائي، اخلاقي ضابطي
۽ ڌارمڪ سڌانتن جي باوجود به اِنسان خوش نظر نٿو اچي
لڪين اِنسان پنهنجو پاڻ سان ۽ دنيا جي ٻوڙ ٻڪ سان
سنتشٽ نه آهن. جيتوڻيڪ هرڪو پاڻ کي ڪنهن نه ڪنهن
ڌرم جو پوئلڳ سڏائي ٿو، ڪو هندو، ڪو مسلمان، ڪو
سِک، ڪو عيسائي، ڪو ٻوڌي، ڪو جين وغيره پر سڀني
جي زندگي اي مزي ٿي پيئي آهي. سچ پڇو ته ڌرم ائا
مذهب وشو وياپي يا عالمگير آهي ۽ سڀني سنسار لاءِ هڪ
ئي آهي. ها، هرهڪ ڌرم جي ظاهري شڪل ۾ ڌرمن
ڪان الڳ نظر اچيٿي ليڪن جيڪڏهن گهرائيءَ ۾ وڃبو ته
سڀني ڌرمن جي ٿهه ۾ هڪڙو ئي مارگ ۽ هڪڙو ئي اصول
ڪم ڪندو نظر اچيٿو. اهو سڀني سنسار لاءِ سمان آهي. اِنسان
هئڻ جي ناتي اسان سڀني جي ذات هڪ ئي آهي ۽ اندر
جو سهارو به ھڪسان آهي. ويچار ڪرڻ سان معلوم ٿئي
ٿو ته:-

## اِنسان اِنسان سڀ هڪ ئي آهن

پرماتما اِنسان پيدا ڪيا، سِک، مسلمان، عيسائي، ٻوڌي
وغيره، سڀ پوءِ ٿيا. اڄ کان پنج سؤ سال اڳ، سِک ڪونه
هئا ۽ تيرهن سؤ سال اڳي ڪو مسلمان ڪونه هو، ٻه هزار

سال اڳي عيسائن جو نام و نشان ڪونه هو، پنج هزار سال اڳي ويدن جو ڪٿهن نالو ڪونه ٻڌو هو. اهڙيءَ طرح آرين کان اڳ به ڪئين قومون آيون ۽ ويون. انسان ٻوءِ ڪٿي اورپ جا هجن يا پڇم جا سڀ سمان آهن، ڪو اوچ نيچ ڪونهي. سڀني جي اندر آتما آهي جا پرماتما جي انس آهي.

## سچو ڌرم آهي سڀني سان پيار ڪرڻ ۽ مالڪ کي ياد ڪرڻ

سچو ڌرم ڇا آهي؟ اهو سوال پڙهين کان هرهڪ انسان جي دل اندر پيدا ٿيندو رهيو آهي. انهيءَ وشيه تي گرنٿن جا گرنٿ لکيا ويا آهن. انهيءَ سوال جو ڪو ڪوڙو لو جواب ڏني نه ڪو ڪهڙو. پر سوال جو ٺيڪ جواب نه هڪ اي ٿي سگهندو. انهيءَ سوال کي حل ڪرڻ کان پهرين اسان کي سوچڻ کپي ته ڌرم يا مذهب جو مقصد ڇا آهي؟ سڀني جو جواب هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي، "دائمي خوشي ۽ پرماتما جي پراپتي." نسر انداز الڳ آهن ليڪن سڀني جو نشانو هڪ ئي آهي. مالڪ سان پرابر ڪرڻ آهي انجي مخلوق سان به پرابر ڪرڻ. سڀني مهاتمائن جي زندگيءَ ۾ اهو ئي اصول نظر اچيندو. سڀ مهاتما سڀني انسانن سان، آستڪ توڙي ناستڪ، سان پيار ڪن ٿا. هنن کي خبر آهي ته سڀ هڪ ئي جوهر مان پيدا ٿيا آهن، انهيءَ ڪري ڄڻ ڪٿي ته سڀ هڪ ئي شرير جا عضوا آهن. جي هڪ عضوي کي ڪشٽ هوندو ته پيو ازخود اي ڇڻ ئي پوندو.

" بني آدم اعضائي يڪ ديگر اند،
ڪه در آفرينش زيڪ جوهر اند،
چو عضوي بدرد آورد روزگار،
دگر عضوها نماند قرار."
(شيخ سعدي)

شيخ فريد صاحب جن فرمائين ٿا ته جيڪڏهن توکي پرينم سان ملڻ جي تمنا آهي ته ڪنهنجي به دل نه دکاءِ.

"جي تئه پرينا ڌي سڪ، هئاءُ نه ٺهاءِ ڪهي دا."

(سلوڪ فريد ١٩-١٣٨٤)

گورو گوبند سنگهه صاحب جن فرمائين ٿا ته مالڪ سڀ جي اندر آهي. هرڪا دل هنجو نواس استان آهي جيڪڏهن ڪو مخلوق کي دکي ڪريٿو ته خالق هنکي سزا ڏيٿو.

"خلق خالق کي جان کر خلق دکاوي ناهي،
خلق دکي نندلعل جي خالق ڪو ٻـي ناهي."

سيني ٻڌلو آلمائن ۽ پگتن جو هڪ ئي ڌرم ٿيندو آهي ۽ اهو آهي، "مالڪ جي پگتي ۽ سندس خلقت سان پيار."

انسان تڏهن ئي انسان سڏائڻ جو حقدار آهي جڏهن هن ۾ انسانيت جو معدو هجي. انسان انسان کي پاءُ ڪري سمجهي، هنجو دک درد ونڊي، دل ۾ همدردي رکي ۽ پرماتما ۽ سندس مخلوق لاءِ اتوٽ پريم رکي. جيڪڏهن انهن جي بـدران حسد، الياچار، مفتخوري، چغلي، دشمني، لالچ، لوڀ، پاکنڊ، ايرکا، تنگدلي ۽ تعصب اسانجي انـدر گهر ڪري ويٺا آهن ته پوءِ اسانجي دل جو آئينو ڪيئن صاف ٿيندو؟ انهن وڪارن جي ڪارڻ انسان جي زندگيءَ جي سڀ خوشي ۽ آنند ڪافور ٿيو وڃي. انهن غـلاظتن جي هوندي اسانجي دل جي شيشي ۾ مالڪ جي جهلڪ ڪيئن ڀسبي؟

آتما پرماتما جي انس آهي ۽ هيءَ ساري رچنا ۾ أتم آهي. "مالڪ ۽ ان جي خلقت سان پيار" انهيءَ پاو جـو جيترو وڪاس ٿيندو اوترو انسان پرماتما جي نزديڪ ويندو. سڀ هڪ ئي نور مان پيدا ٿيا آهن ۽ اهو نور سيني جي اندر پيو چمڪي. پوءِ ڪنهنکي نيڪ ۽ ڪنهنکي بد سڏجي؟ ٻڌند

۽ ساڳيو ئي فرق نٿو لڀي سگهي سڀ انهيءَ هڪڙي جوهر جي پيداش آهن. ظاهري مختلف شڪليون، پوشاڪون ۽ مت متانترن جا جهيڙا انسان جي اندروني سمانتا ۾ ڪو فرق نٿا وجهي سگهن. مخلوق سان پيار ڪرڻ آهي خالق سان محبت ڪرڻ.

"ايڪ نور تي سڀ جڳ اپجيا،
ڪؤن ڀلي ڪو مندي."

(پرڀالي ڪبير ١٩-١٣٤٩)

اهوئي سچو مذهب، سچو ڌرم، سچو دين ايمان آهي. شيخ سعدي صاحب جن انهيءَ ڪري فرمايو آهي ته اي مالڪ! تنهنجي ڀڳتي آهي تنهنجي بندن جي سيوا ڪرڻ ۾ ۽ نه ڪه مالها قبرڻ، آسڻ لڳائي وهڻ ۽ گودڙين پائڻ ۾.

"طريقت بجز خدمت خلق نيست،
ٻه تسبيح وسجاده و دلق نيست."

سڀني دلين ۾ منهنجو مالڪ آهي، ڪوبه هردو هنڌان خالي نه آهي. جيئن دل جي اندر هر ڪهت آهي انوي ئي ان مان ظاهر آهيان.

"سڀ گهٽ ميرا سانئيان سوني سيج نه ڪوئي،
بلهاري تس گهٽ ڪي جان گهٽ پرگٽ هوئي."

جڏهن انسان ائين سمجهي ته هر دل ۾ منهنجو پريتم بسو وسي ۽ ڪوبه هن کان وانجو ڪونهي ته هو بي اختيار سڀ جي عزت ڪندو.

"چو بدانستي ڪه در دل ها خدا است،
پس بسرا آداب هر دل مدعا است."

تون زنده دلين جو حج ڪر ڇاڪاڻ ته دل هزار ڪعبن کان بهتر آهي. ڪعبو ته حضرت ابراهيم جي والد جو بڻايل آهي ليڪن دل خدا جي رهڻ جي جاءِ آهي.

” ڪعبہ بنگاهِ خليل آذر است ،
دل گذرگاهِ جليل اڪبر است .
دل بدست آور ڪہ حجِ اڪبر است ،
از هزاران ڪعبہ يڪ دل بهتر است . “
( مولوي روم )

ڪنهن فقير ڪهڙو نہ عمدو ڪلام چيو آهي ، ” اي دل ! تون دلين جو حج ڪر ڇاڪاڻ تہ هي اڪل ڪعبو آهي . ڪعبي شريف کي تہ ابراهيم ٺاهيو هو ليڪن دل پرماتما پاڻ بنائي آهي .

” دل طوافِ دلان ڪُن ڪہ ڪعبۂ مخفي است ،
ڪہ آن خليل بنا ڪرد وا‌ين خدا خود ساخت . “

ڪنهنجي بہ دل دکائڻ سان مالڪ ڪڏهن خوش ٿيو ٿئي چاهي ڪٿي ڪو هزارين پوڄائون ، عبادتون ۽ تو بهون ڪري ، هزارين روزا رکي ۽ هرهڪ روزي سان هزار بار نماز پڙهي ۽ هزارين راتيون مالڪ جي ياد ۾ گهاري پر اهو سڀ مالڪ جي درگاهہ ۾ منظور نہ ٿيندو جي هو ڪنهنجي دل ٿو ڏکوئي .

” هزار زهد وَ عبادت هزار استغفار ،
هزار روزه و هر روزهہ را نماز هزار .
هزار طاعت شب ها هزار بيداري ،
قبول نيست اگر خاطري بيا زاري . “
( مغرابي )

خواجہ حافظ صاحب فرمائين ٿا تہ شراب پيء ، قران شريف جلاء ، ڪعبي کي آگ لڳاء ، جيڪي وڻيئي سو ڪر ليڪن ڪنهنجي دل نہ دکاء .

"مي خور و مصحف بسوز و آتش اندر کعبه زن،
هرچه خواهي ڪُن و ليڪن مردم آزاري مڪن."
(حافظ)

الهيءَ ڪري جيستائين تون پرماتما جي بندن جي دل نه وندين ايستائين تون پريوءَ جي پرسنتا کان محروم رهندين. اگر تون چاهين ٿو ته مالڪ تواي مهر ڪري ته تون سندس خلقت سان نيڪي ڪر.

"حاصل نشود ترا رضائي، تا خاطر بندگان نه جوئي،
خواهي ڪه خدائي برتو بخشد، با خلق خدائي بکن نکوئي."
(شيخ سعدي)

## پرماتما جي طرفان سڀني انسانن کي ساڳيا حق مليل آهن

اڄ ڀورين ظاهري حالت تي نظر وجهون. راڄا، پرڄا، امير، غريب سڀني قومن جي ماڻهن جي پيدائش ساڳي طرح ٿئي ٿي. سڀ انسان پنهنجي مانا پتا جي خون ۽ ويرءِ مان پيدا ٿين ٿا. سڀ ساڳيءَ طرح ماءُ جي پيٽ ۾ نَو ڏهه مهنا رهي ساڳئي ئي طرح سان پيدا ٿين ٿا. اهين ڪونهي ته براهمڻ جي پيدائش هڪ طرح ٿي ته مسلمان جي ٻي طرح ٿي. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

> "جو تون براهمڻ براهمڻي جائيا،
> ته آن باٽ ڪاهي نهي آئيا."
> (ڪبير گوڙي ١٧-٣٢٤)

سڀني انسانن کي ان هڪ ئي طرح اڇيو، اهين ناهي ته هڪڙي قوم جي ماڻهن کي هڪ رستو ته ٻيءَ قوم جي ماڻهن کي ٻيءَ رستو. اهين به ڪونهي ته هڪ قوم جي

ماڻهوءَ کي بخار هڪ طرح چڙهيتو ته ٻئي قسم جي بندي کي ٻيءَ طرح. اهڙيءَ طرح بيمارين جو علاج به ساڳيو ٿئيتو. بخار کي لاهڻ لاءِ سڀني کي ساڳيو فيور مڪسچر (Fever Mixture) ڏنو وڃي ٿو. مڇر جو ڪم آهي چڪ پائڻ، انهن ڪونهي ته هڪ قوم جي ماڻهن کي چڪ پائي ٿو ۽ ٻيءَ قوم جي ماڻهن کي نه. وري ڪاڻ ۽ رنڻ سڀني جو ساڳيو، سردي گرمي سڀني کي ساڳي لڳي ٿي ۽ هوا پاڻي، سج، پاڇيون ۽ ميوا به سڀني لاءِ يڪسان آهن.

سڀني انسانن جي بناوت ساڳي آهي، ساڳيون اکيون، ساڳيا ڪن، ساڳيا شرير ۽ سڀني ۾ ساڳي جان آهي. سڀني جو شرير به ساڳين ٿي تتن، مٽي، هوا، اگني پاڻي ۽ آڪاش مان ٺهيل آهي. سڀ هڪ ئي ڌرتيءَ تي ۽ هڪ ئي آسمان جي هيٺ رهنتا.

## مذهبن جا ظاهري مت ڀيد انسان بنايا آهن ۽ اهي صرف سندس تنگدلي ۽ خودغرضي جي ڪارڻ آهن

سنت مهاتما هن سنسار ۾ اچي اسانکي هي هڪ ئي اپديش ڏين ٿا ته پرماتما سڀني انسانن جو اپائڻهار آهي. جهڙيءَ ريت سرير جون بيماريون انسان کي بيڪار بڻائي ايون ڇڏين اهڙي طرح مانسڪ روڳ، به منش جي هردي کي لڳي هنکي حيوان کان به بدتر بڻايو ڇڏين. ايتري قدر جو انسان انسان جي خون جو پياسي بڻجو پوي. اهي روڳ آهن خود غرضي، جهالت ۽ تعصب جن جي اندر ڦاسي انسان گراوٽ جو شڪار ٿئي ٿو. هرڪنهن ڌرم جون اوچ آتمائون

اهائي سکيا ڌيئن ٿيون ته ڌارمڪ پيد صرف مذهبي غرور (Religious Vanity) ۽ روحاني خودي (Spiritual Egoism) جي ڪارڻ ٿين ٿا ۽ اهيئي مختلف ڌرمن جي پوئلڳن ۾ نااتفاقين جا ڦهر پيدا ڪن ٿا. جنهن ڪري ته سوارٿي، اگيان ۽ حسد روپي وڃن انسان کي ڍنگي اهڙو وهم روپي زهر چاڙهيو آهي جو هو رامه ڏيهون بيحال ۽ اي چئن ٿي لڙهي رهيا آهن. حافظ صاحب فرمائين ٿا ته ڪفر ۽ اسلام ٻنهي ۾ اصلي حقيقت ساڳي آهي. سڀ مذهبي پيد پاو ٻرمن جي ڪارڻ آهن. تعصب ۽ تنگدليءَ جي ڪارڻ ئي شيخ ۽ براهمڻ جدا پيالو الڳ الڳ آهي. در اصل روحانيت جي ميخاني ۾ نام جو نشو پيارڻ وارو ساقي (مرشد) ــ هڪ آهي ۽ هنجو پيالو ۾ سڀني لاءِ ساڳيو آهي.

”يڪ حقيقت جلوه گردد ڪفرو اسلام و بس،
اختلافات مذاهب جمله او هام است و بس.
از تعصب ڪاسهٔ شيخ و برهمن شد جدا،
در نه در ميخانه يڪ ساقي و يڪ جام است و بس.“

سنت مهاتما اپديش ڪن ٿا ته سڀ جو پتا واهگورو اڪال پرش هڪ ئي آهي. هنکي رب العالمين چوندا آهن نه ڪ ڪنهن خاص قوم يا مذهب جو. انسان سڀ هڪ آهن. پلي ڪٿي ڪو پاڻکي مونـو، سنياسي، جوگي، هندو، ترڪ، شيعو يا صافي سڏائي اها سڀني انسان ۾ جوهر ساڳيو آهي. الهيءَ ٻاري ۾ ڪي ته راڻا ڪونهن نه ڪرتا ۽ ڪريم، رازق ۽ رحيم ۾ ڪو فرق نه آهي. اهي سڀ نالا رشين منين فقيرن سنتن ۽ مهاتمائن رکيا آهن. در اصل، پرماتما جو ڪوبه نالو ـــ هنکي جنهن به نالي سان پڪاريو ته جواب ڏيندو.

"بنام او که او نامي ندارد،
به هر نامي خواني سر برآرد."

اسانکي ڀرمن ۾ ڦاسڻ نه کپي. در اصل، اسان سڀني کي هڪ ئي مالڪ جي پوڄا ۽ سيوا ڪرڻي آهي ۽ سڀني جو هڪ ئي گرو داتا آهي. اسين سڀ انهيءَ پرم ستيه جا روپ آهيون ۽ سڀني جي اندر ساڳي جوت پيئي جهلڪي. روحاني نقطهءِ نگاهه کان سڀني انسانن جي ذات ساڳي آهي. شري گورو گوبند سنگهه صاحب جن جي باڻي آهي:-

"ڪوئو ٿيو منديا سنياسي ڪوئو جوڳي ٿيو،
ڪوئو برهمچاري، ڪوئو جتي انومان ٿو.
هندو ترڪ ڪوئو رافضي امام شافي،
مانس کي ذات سڀي ايڪ پهچانبو.
ڪرتا ڪريم سوئي، رازق رحيم اوئي،
دوسرو نه ڀيد ڪوئي، ڀول ڀرم مانبو.
ايڪ هي کي سيو سڀ هي ڪوگوردوا ايڪ،
ايڪ هي سروپ سڀي ايڪئي جوت جانبو.

(١٥-٨٥ اڪال استت)

اسين سڀ هڪ ئي نور مان پيدا ٿيا آهيون.

سڀ عبادتن پوڄائن ۽ ڌرم استانن جو
پرپوڄن صرف مالڪ کي ياد ڪرڻ
آهي ۽ سچو مندر انسان جو شرير آهي

عبادت ۽ پوڄا جي مختلف طريقن جو اصلي مقصد ساڳيو آهي. انهن ضرور آهي ته جنهن جنهن زماني ۾ جو پوڄا ۽ پوڄا جو طريقو هو سوان وقت جي ڌرمي ڪتابن ۾ درج ٿيل آهي. پر انهن سڀني نرالي طريقن جو اپديش ڪيول پرڀوءَ سان پيار ڪرڻ ۽ سندس درشن ڪرڻ هو. جهڙي طرح نشان مختلف هوندو آهي پر لڪ انداز ڪيڻا، اهڙي طرح سڀني قسم جي پوڄا پاٺ جو مقصد هڪ ئي آهي.

”ابني ابني ميم کي سڀي مانين نيڪ،
وجب نشانه ايڪ شيءَ لڪ انداز انيڪ.“

قرآن شريف ۾ (ڏسو سورت نحل جو پنجون رڪوع) لکيل آهي ته ”انسان جي واسطي الله الله شريعتن ۽ عبادتن جا طريقا ناهيا ويا ۽ هر هڪ قوم ۾ رشي ۽ پيغمبر موڪليا ويا.“

عمر خيام صاحب جن فرمائين ٿا ته مندر، مسجد، گرودوارا ۽ ديول سڀ پرماتما جي پوڄا جا آستان آهن. مندرن ۽ گنبد ۽ سنک جو آواز، مسجد ۾ محراب جي سامهون نماز ۽ ديول ۾ تسبيح (مالها) ۽ صليب سڀ پرماتما جي ڀڳتيءَ ۽ الله الله نشان آهن.

”محراب و ڪليسا و تسبيح و صليب،
حقا ڪه هم نشانه بندگي است.
بت خانه و ڪعبه خانه بندگي است،
ناقوس زدن ترانه زندگي است.“

انهن ڌرم استانن ۾ وڃي اسانکي ڀڳوان جي شڪل روپي سڀئي مندر، مسجد، گوردواري يا ديول جي اندر جهلڪي پائڻي آهي، ڇاڪاڻ ته ڀڳتيءَ جو اصلي سنبنڌ اسانجي دل سان آهي نه ڪي ڪنهن خاص ٻاهرين استان يا ڪنهن وشيش ڪرم ڪانڊ سان. اهائي پوڄا ۽ ڀڳتي سڦلي سمجهڻ کپي جا صاف ۽ نرمل هردي سان ڪجي ٿي ۽ جنهن ۾ صرف پرماتما جي درشن جي ئي ابلاشا سمائل رهيتي. منش ديهي ئي سچو هري مندر آهي بلڪ سڄو سنسار هڪ وشال هري مندر آهي. پرماتما جا سچا ڀڳت ۽ پريم کي سرو وياپي سمجهي هر هنڌ هنجي پوڄا ڪن ٿا. قران شريف (ڌسو البقره) ۾ حضرت صاحب فرمايو آهي، "مغرب ۽ مشرق ٻئي الله جي جائداد آهن. جنهن پاسي توهين رخ ڪندين توکي الله ٿي نظر ايندو ڇاڪاڻ ته الله تعالي حاضر ناظر ۽ ڄاڻي ڄاڻهار آهي."

اهو ئي ويچار الساني صاحب جن پڻ ظاهر ڪيو آهي. هو لکن ٿا ته، "منهنجي لاءِ ساري زمين مسجد ۽ پاڪ آهي. انهيءَ ڪري منهنجي پوئلڳن کي جڳائي ته جتي به نماز جو وقت ٿئي اتي ئي نماز پڙهن." دراصل، جتي به اسين شردا ۽ ڀاو سان مالڪ جي اڳيان جهڪون ٿا سا ئي جڳهه پوتر آهي.

"All is Holy Where Devotion Kneels"

( Holmes Oliver Wendell, America )

جن اندن جا گيان روپي نيتر نه کليا آهن انهن جي واسطي مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان ٺهيل مندر ۽ مسجد ئي سڀ ڪجهه آهن پر گيانوان پرشن کي سندن هردي روپي مندر ۽ مسجد ۾ ئي پريم جي پراپتي ٿئي ٿي.

”مسجد ڪوران ز آب و گـل بوَد،
مسجد صاحب دلان را دل بوَد.“

مغربي صاحب فرمائين ٿا ته پرپتر ٽوسان انگ سنگ آهي پوءِ ٽون هن ڪان ڇو بيخبر آهين؟ هر ڪنهن جي اندر ويٺو آهي ۽ ٽون اجايو پيو دربدر ٿين. اهڙيءَ طرح حيڪڏهن اسين اهڙيءَ پرپتر کي، جو اسان جي اندر براجمان آهي، ڇڏي مسجد ۽ مندر ۾ وڃي ٿا سندس پوڄا ڪيون ته سمجهو اهو فضول آهي.

”يار در پهلو چرا اي بي خبر،
يار در تو تو بگو دي دربدر.
گر بوَد مسجود اندر دل وما مسجد رويم،
بهتر از بيڪاري اين هرگز نباشد ڪار ما.
ابلهان تعظيم مسجد ميڪنند،
در صفائي اهل دل جد ميڪنند.“

مورک لوڪ مسجد ۽ ٺڪرن استانن جي پوڄا ڪن ٿا پر سچا پرمارٿي پنهنجي دل روپي مندر جي صفائيءَ جي ڪوشش ڪن ٿا. ٻاهرين پوڄا نقلي آهي ۽ اها اصلي آهي. سنتن ڪاانسواءِ بيو ڪو مندر آهيئي ڪونه. تلسي صاحب جن جي باڻي آهي.

”نقلي مندر مسجدون مين جائي صد افسوس هـٿ،
قدرتي مسجد ڪا ساڪن دک اڻائي ڪي ليٿي.“

ڪبير صاحب جن به اهڙيءَ وچار جي پٺڀرائي ڪندي چون ٿا ته:-

”ڪبير حج ڪعبي هـُو جانتا آڳي ملتا خداءِ،
سائين مجهه سـُـ لڙ پڙتا اچهي ڪن فرمائي ڳاءِ.“

( شلوڪ ڪبير ٢٣٧٥-٣ )

سڀو مندر يا مسجد هي جسم آهي.
"هر مندر اهو شرير هئي گيان رتن پرگٽ هوئي."
(پرڀاتي محلا ٣-٥-١٣٤٦)

'Body is The Temple of God'

حافظ صاحب فرمائين ٿا تہ اي مالڪ! مسجد يا عبادت گاهہ ۾ وڃڻ جو مطلب آهي تنهنجي ياد جو نشو پيئڻ ۽ توسان وصال ڪرڻ. انهيءَ ڪانسواءِ اتي وڃڻ جو ٻيو ڪو مقصد ڪونهي.

"غرض ز مسجد و ميخانہ ام وصال شما است،
جز اين خيال ندارم گواه من خدا است."

مندر ۽ مسجدون مٽيءَ ۽ پٿرن مان انسان ٺاهيون ۽ سڀ سمان آهن پر انهن ۾ ہ اهو ئي آستان اُتم آهي جتي پڀوءَ جي ياد جو پرڪاش ظاهر آهي.

"هرگز مگو ڪ ڪعبہ ز بت خانہ بهتر است،
هر جا ڪ است جلوه جانانہ خوشتر است."

انهيءَ وچار کي شري گورو گوبند سنگهہ جي مهاراج ڏهين پاتشاهي ڏسو ڪهڙي عمدي طرح سان بيان ڪيا:-

"ديهرا مسيت سوئي پوجا او نواجا اوئي،
مانس سڀي ايڪ پي انيڪ ڪو پرماوهيءِ.
ديوتا اديو ڇڇ گند هرب ترڪ هندو،
نياري نياري ديسن ڪي ڀيس ڪو پر ڀاوهيءِ.
ايڪي نين ايڪي ڪان ايڪي ديهہ ايڪي بان،
خاڪ باد آتش او آب ڪو رلاوهي.
الله ايبک سوئي پوران او قران اوهي،
ايڪ هي سروپ سڀي ايڪ هي بناوهي."

گرو ٻاڻي اُپديش ڪري ٿي ته ٻاهر کوڄ ڪرڻ فضول آهي ڇاڪاڻ ته نام جو رنگ اندرئي چڙهي ٿو. ستگوروءَ جي ڪرپا سان من روپي مندر ۾ مالڪ جو درشن ٿيندو. ٻاهريان مندر آدڪ ته صرف مٽيءَ ۽ پاڻيءَ مان ٺهيل آهن. سڀني گرنٿن ۽ ٻولين کي واچي ڏسو ته اهو ئي اُپديش ملندو ته پرماتما هرهنڌ موجود آهي ۽ اسين مندر مسجد ۾ ڳولهڻ ڀُليون جڏهن پرماتما اسانجي اندر ۾ نه ڏسجي. ليڪن انهي ڀرم جي اورلي صرف ستگوروءَ جي ڪرپا سان ٿي سگهي ٿي.

ڪت جائيئي ري، گهر لاگو رنگ
ميرا چت نه چلي، من ڀئيو پنگ. (رهاءِ)
ايڪ دوس من ڀئي امنگ
گهس چندن چوئا بهه سگنڌ،
پوڄن چالي برهم ٺاءِ
سو برهم بتائيو گرو من هي ماهه. (۱)
جهان جائيئي تهه جل پکهان
تون پور رهئو هئه سب سمان،
بيد پران سب ديکي جوءِ
اُوهان تئ جائيئي جه ايهان نه هوءِ. (۲)
ستگور ميي بلهاري تور
جن سڪل بڪل ڀرم ڪاٽي مور،
رامانند سوامي رمت برهم
گرو ڪا شبد ڪاٽي ڪوٽ ڪرم. (۳)
( بسنت رامانند - ۱۳ - ۱۱۹۵ )

مندرن، مسجدن، گوردوارن ۽ ديولن ۾ وڃڻ جو اصلي مقصد آهي مالڪ کي ياد ڪرڻ. ڀڳتن واسطي انهن آستانن تي پوڄ صرف اپڙوئي آهي. شري گوروارجن صاحب جن

فرمائين ٿا ته ڀلي ڪٿي ڪو رام چوي ته ڪو خدا، ڪو سائينءَ جي پوڄا ڪري ته ڪو الله جي، پر اُشت سڀني جو هڪڙو ئي ڪل مالڪ آهي جو سڀني مٿان مهر جو مينهن پيو وسائي. چاهي ڪٿي ڪو تيرٿ اڪيا پيئي يا حج ڪري، ڪو پوڄا ڪري يا سجدو ڪري، ڪو ويد پڙهي ته ڪو ڪتيب، ڪو نيرا ڪپڙا پائي ته ڪو سفيد، ڪو ترڪ سڏائي ته ڪو هندو، ڪو بهشت چاهي ته ڪو سرڳ پر انهن سڀني مان جو مالڪ جي حڪم کي پڇاڻي ٿو سو ئي صرف اصلي راز کي سمجهي ٿو.

ڪوئي بولي رام رام، ڪوئي خداء
ڪوئي سيوي گسئيا ڪوئي الله.
ڪارڻ ڪرڻ ڪرام
ڪرپا ڌار رحيم. (اِڪ رهاءُ) (۱)
ڪوئي ناوي تيرٿ، ڪوئي حج جاءِ
ڪوئي ڪري پوڄا، ڪوئي سر نواءِ. (۲)
ڪوئي پڙهي بيد ڪوئي ڪتيب
ڪوئي اوڍي نيل، ڪوئي سپيد. (۳)
ڪوئي ڪهي ترڪ، ڪوئي ڪهي هندو
ڪوئي باڇي ڀشت، ڪوئي سرگندو. (۴)
ڪهه نانڪ جن حڪم پڇاتا
پرڀ صاحب ڪا تن ڀيد جاتا. (۵)
(رامڪلي محله ۵–۸– ۸۸۵)

هندن جا ڌرم پستڪ سنسڪرت ۾، مسلمانن جا مذهبي ڪتاب عربي ۽ فارسيءَ ۾، سکن جا پنجابي ۽ هنديءَ ۾، ڪرستانن جا انگريزيءَ ۽ لئٽن ۾، اهڙي طرح ٻين جا ٻين مختلف ٻولين ۾ آهن. مالڪ جي دربار ۾ ڀاشائن جو ڪو ڀيد

ڪولهي. ڀاشا نہ صرف پيار ۽ ٻرٻر کي ظاهر ڪرڻ لاءِ آهي ۽ ان ٻرمستيءَ کي چاڻڻ جو ذريعو. مالڪ نہ Unwritten Law ۽ Unspoken Language آهي، لاٻيان آهي. حقيقت ۾ مالڪ جي ڏاڍش ۾ ڪابہ ڀاشا ڪانهي. ڪنهن خاص ڀاشا کي وڌيڪ ٻولي سمجهڻ ٺيڪ نہ آهي ڇاڪاڻ تہ ڀاشا نہ صرف ويچارن کي ظاهر ڪرڻ جو هڪ ذريعو آهي. انهيءَ ڪري پرماتما جي مهما ڪنهن بہ ٻوليءَ ۾ ڪجي تہ انهيءَ کي پرڀو سان ٻڌو ۽ پڙهيو. انهيءَ ويچار کي دهرائيندي خواجہ حافظ صاحب بہ فرمائين ٿا تہ عبادت ۾ ٻولي ڪٿي ترڪي هجي يا عربي يا ٻي، سڀني جي حيثيت ساڳي آهي. پرڀوءَ جي پريم جي راهہ ترڪي جنهن ٻوليءَ ۾ وٺي تنهن ۾ ڪري سگهون ٿا.

”يڪي است ترڪي و تازي درين معامله حافظ،
حديث عشق بيان ڪن بهر زبان ڪہ تو داني.“

ڪوني هڪ قوم جو هجي يا ٻئي جو، هڪ ملڪ جو هجي يا ٻئي جو، سڀ هڪ ئي مالڪ جا ٻالڪ آهن ۽ هڪ ڦلواڙيءَ جا رنگ برنگي گل. اسين سڀ ساڳي آبهوا ۾ پرورش پائون ٿا، ساڳيءَ ئي زمين تي ۽ ساڳئي ئي آسمان هيٺ رهون ٿا. اجايو تنگ دائرا ٺاهي انهن ۾ اڙجي ٿا پئون ۽ نتيجو اهو ٿو نڪري تہ اسانکي جسماني ۽ مانسڪ بندشن مان آزاد ڪرڻ جي بجاءِ پاڻ انهن بندشن کي وڌيڪ مضبوط ٿا ڪن.

مندر ۽ مسجد ٻنهي کي ساڳيو ڏيئو روشن ڪري ٿو تنهن هوندي بہ ڪيڏي نہ حيرانيءَ جي ڳالهہ آهي جو انسان ۾ ايڪ اختلاف ۽ جهڳڙا پيا ٿين.

”از يڪ چراغ مسجد و بت خانه روشن است،
در حيرتم ڪہ دشمني ڪفر ودين چرا است.“

مندر هجي يا مسجد، گوردوارو هجي يا ديول، انهن سڀني جي پوڄارين جو اصلي مقصد آهي مالڪ سان ميلاپ. ٻاهرين جي شڪل ڀلي نياري هجي پر انهن مان جيڪا باهه پيدا ٿئي ٿي تنهنجي رنگ ۾ ڪو فرق نه آهي.

”نيست غير از يڪ صنم در پرده و هر و حرام،
ڪي شود آتش دو رنگ از اختلاف سنگها.“

سڀني مت متانترن جا پوئلڳ هڪ ئي پرماتما جو آدرش رکندي به پاڻ ۾ پيا لڙن ۽ جهڳڙن. نتيجو اهو ٿو ٿئي جو عام جنتا کي نه صرف انهن پنٿن ۽ ملن لاءِ بلڪ ڌرم جي نالي کان ئي نفرت آهي.

”از آنروز يڪ ديدم اختلاف مذهب ملت،
مرا با شمع زلطي نيست وني با برهمن هم.“

اڄ ڪلهه جا ڌرمي پرچارڪ گهڻو ڪري ٻگهاردار ۽ سوارٿي لوڪ آهن تنهنڪري ڌارمڪ آستان واپار جا مرڪز بڻجي پيا آهن. اعتقاد، وشواس ۽ سچائي وڃن ٿا گهٽبا. اها حالت ڏسي مالڪ جا سچا عاشق انهن آستانن کان ڪنارو ڪري خلوت اختيار ڪندا. ڏسو ڀلي شاهه ڪهڙي نه دلسوز آدا سان انجو ورنن ڪيو آهي:-

”ڌرم سالي دڙوائي رهندي ٺاڪردواري ننگ،
مسيتان وچ ڪسبي رهندي عاشق رهن الگ.“

اهڙي ئي سمجهه ۽ خود مطلبي پوڄارين جي ڪارڻ ئي انسان انسان جو دشمن آهي ۽ ڪيني ۽ ڪلفت جي آگ ٻڙڪي رهي آهي. انهن خود غرض ۽ تعصبي ماڻهن کي گور ڀاڻيءَ مملڪ ڪو نيو آهي. جيڪي اگيان ۽ سوارٿ سبب تنگدليءَ جو شڪار ٿي انڌا ڌنڌ پنهن جي ڀلائيءَ کي دوزخ وانگر ڪيئيندا ٿا وڃن تنجي مول مراد آهي پنهنجو وڏ ماڻهپو.

اهڙا ماڻهو سدائين انهن جي حسن کي لتاڙيندا رهندا ۽ ڪين انهن جي واڳ وٺي سگهندا. ٻئي طرف اهڙا به مالڪ جا پيارا آهن جنهن کي گرمک سڏجي ٿو. جي سدائين پريم ۽ پرمارٿ جا پيدا ٿيندا آهن. خالق ۽ سندس مخلوق سان محبت ڪندا آهن. حضرت محمد صاحب اهڙن ماڻهن کي مومن ڪوٺيو آهي ۽ قرآن شريف ۾ لکيو آهي ته سچو مومن اهو ئي آهي جو سڀني نبين جن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيل آهي مڃي ٿو، جي عزت ڪري ٿو.

## سيني ڌرمن جو سار ساڳيو آهي يعني سيني جو اپديش سمان آهي

سيني ڌرمن جون اخلاقي ۽ روحاني سکيائون ساڳيون آهن، جيڪو انسان نيڪ ڪرم ڪري ۽ پريم سان پرڀو ڪري ان ۾ سمائجي وڃي. سيني ڌرمن جو لڪش آهي پرماتما. پرماتما جو گيان، پرماتما سان پريم، پرماتما جي پوڄا ۽ آتم گيان. ويدن جو به اپديش آهي ته سڀ ڪجهه ڌڻي پرماتما جي ڀڳتي ڪريو (الوهيد ...) جيڪڏهن انسان پرماتما ۾ نشچو رکي ٿو (God-In-Action) سان خيال جوڙي شڀ ڪرم ڪري ته ان کان وڌيڪ سرشٽ ٻيو ڪو ڌرم ڪونهي ۽ اهو ئي اپديش سڀ سنت مهاتما وقت بوقت ڏيندا آيا آهن. اهو ئي عالمگير (Universal Religion) ڌرم آهي جو سڀني انسانن جو هڪ ئي آهي جو نه ڪڏهن بدليو آهي ۽ نه بدلبو. گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا ته سڀ کان سرشٽ ڌرم ۽ ڪرم آهي هري جو نام جپڻ.

”سرب ڌرم مهه سريشٽ ڌرمُ،
هرڪو نامُ جپ نرمل ڪرمُ.“
(گؤڙي محلہ ٥، ١٣-٢٦٦)

هر ڪيرت ساڌ سنگت هيءَ سر ڪرمن ڪي ڪرما،
ڪهہ نانڪ لس پئيو پراپت جس پورب لکئي ڪا لهڻا.
(سورٺ محلہ ٥، ٧-٦٤٢)

سري گورو ارجن ديو مهاراج جن گرنٿ صاحب ۾ سيني هندو توڙي مسلمان مهاتمائن جي انمول باڻيءَ کي ڪنهن به ذات پات جي ڀيد ڀاو کانسواءِ ساڳي اهميت ڏني آهي. انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي تہ روحانيت هڪ ئي آهي ۽ الڳ الڳ نالن هوندي بہ انهيءَ جي اصليت ۾ ڪو بہ فرق نٿو پوي. اهڙيون اوچ آتمائون ڪٿي ڪنهن بہ قوم ۾ اچن پر انهنجو اصلي مقصد پئي رهيو آهي ڀليل انسانن کان ٻسن جهڙيون عادتون ڇڏائي کين انسانيت جو سچو سبق پڙهائڻ. اهڙا گورمک جيڪي اسان پنهنت جيون کي نيڪ پاڪ بنائي مالڪ سان ملائين ٿا سي مذهبي تنگدلي ۽ شريعت جي پابندين کان آزاد ٿيندا آهن. اهڙا مالڪ جا پيارا جدمن جنمن جي وڇڙيل آتمائن کي پرماتما سان ملائين ٿا ۽ سيني انسانن جي مونين روپي دلين کي پريم روپي ڌاڳي ۾ پُٽن ٿا. انهن جو ڪم آهي جوڙڻ نہ ڪ توڙڻ.

”تو براني وصل ڪردن آمدي،
نہ براني فصل ڪردن آمدي.“

مطلب تہ تون دنيا ۾ (پرماتما سان) دليون جوڙڻ لاءِ آيو آهين نہ ڪ توڙڻ لاءِ.

اهڙا سنت مهاتمائون هندو مسلمان ۽ ٻين قومن ۾ ڪو بہ ڀيد نٿا رکن. مثال طور گورو نانڪ صاحب جن نہ رڳو هندن

جي لبزن لي ويا ۽ مسلمانن جي مڪي مديني ۾ ٻه گهڙ ڪري سيني ڌرمن جي مهاپرشن سان مليا ۽ انسان ذات کي هڪ مالڪ جي وحدانيت ۽ ڀاءَ ۾ پريم رکڻ جي سکيا ڏيندا رهيا.

گروارجن ديوصاحب، حضرت ميان مير صاحب ۽ ٻئي هڪ ٻئي ۾ گهرا مترَ هئا. گرو هرگوبند صاحب هن مسلمانن جي عبادت ڪرڻ لاءِ مسجد ٺهرائي. ڏهين پاتشاهي گرو گوبند سنگهه صاحب جن سيني هندو اوڙي مسلمانن سان پيار ڪندا هئا ايتري قدر جو ماڇيواڙي جي جنگ ۾ مسلمان ٻي ڪس لڙڪن جي گهيري مان بچائي ڪڍي آيا. سندن وقت ۾ پاڻي گهيا سک لڙائيءَ ۾ هندو اوڙي مسلمانن کي پاڻي پياريندو هو ۽ جڏهن ڪن اي سمجهه ماڻهن انهيءَ بابت گروصاحب کي شڪايت ڪئي ته صاحب جي پڇڻ تي هن چيو ته مونکي ته سيني ۾ ساڳيو نور نظر ٿو اچي. صاحب تنهن تي فرمايو ته پاڻي گهياڻي اسانجي سکيا کي پوريءَ ريت گرهڻ ڪيو آهي.

"حاڪر چرت ڪئيو پرم اُرڪا،
تهه آئي هندو ڪيا تُرڪا."

(دسم پاتشاهي)

پرماتما سيني جيون سان پيار ڪرڻو چاهي ڪو سندس هستيءَ کي مڃي يا نه. اهڙي طرح ٻڪوان جا ڀڳت سيني سان سمان پريم ڪندا. حضرت موسيٰ وٽ هڪ ماڻهو آيو. جڏهن ڪاڏو ڪاڻڻ ويا ته انهي ماڻهوءَ خدا جو ڏيان نه ڪيو ۽ انهيءَ ڪري موسيٰ جي دل ۾ نفرت پيدا ٿي. انهيءَ وقت موسيٰ کي اندران اللهي آواز آيو، "اي موسيٰ! سيني کي رزق پهچائڻ وارو جڏهن مان آهيان ته پوءِ تون هن سان نفرت ڪيئن ٿو ڪرين!" اهڙا پريوءَ جا پيارا ڀلي ڪوني

آستڪ هجي يا ناستڪ سڀني سان محبت ڪن ٿا ۽ جي سنڪٽ ويلي ٻيا سڀئي ساٿ ڇڏي ڀڄي وڃن ته به هو ڪين ٿا ڇڏين. اهڙا مهاپرش ڄاڻن ٿا ته سڀئي انسان پرماتما جا ٻالڪ آهن پوءِ ڪٿي انهن مان ڪي پنهنجي ڌرم پٺيان ڪي ٿا سڏائن. دراصل، جيڪڏهن اسين سڀني انسانن کي پنهنجو ڀاءُ ڪري نٿا سمجهون ته پوءِ اسان کي پرماتما کي پيتا سڏڻ جو ڪهڙو حق آهي؟

## شريعتن جي روپن ۽ رسمن ۾ فرق جو سبب ۽ انجو مهتو

شريعتن جي ڀِن ڀِن نمونن جو ڪارڻ ڪهڙو آهي؟ مکيه ڪارڻ آهي الڳ الڳ ملڪن جي الڳ الڳ آبهوا، رسمون ۽ رواج. مثال طور عربستان ريگستان آهي ۽ اتي پاڻيءَ جي ڪمي آهي تنهنڪري اتي مسلمان صرف پاڻيءَ سان وضو (هٿ پير منهن کي ۽ گردن ڌوئڻ) ڪري نماز پڙهي سگهن ٿا. ايتري قدر جو جيڪڏهن پاڻي نه ملي ته ريتيءَ سان ئي پنج اشناني ڪرڻ ڪافي سمجهي وڃي ٿي. اهڙي طرح ريگستاني علائقي ۾ عام چوڻي آهي ته جيڪو سدا لاءِ پنجن سيرن کان وڌيڪ پاڻي ڪم آڻيندو انهيءَ کي پرماتما اڳيان حساب ڏيڻو پوندو. ليڪن هندستان ۾ جتي هتي پاڻي ڪافي آهي انهيءَ ڪري عام هندن ۾ پاٺ پوڄا ڪرڻ کان اڳ اشنان ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي. اهڙي طرح يورپي ملڪن ۾ مٿو اگهاڙو ڪرڻ پاڻ عزت ۽ ادب جي نشاني ليکي ويندي آهي پر اسان وٽ هندستان ۾ پير اگهاڙا ڪرڻ ۽ مٿو

ٻڪڙ مان ۽ مريادا جو اصول ڦٽيو وڃڻو آهي. انهيءَ
ڪري سڀ عيسائي ديول ۾ مٿو اگهاڙو ڪري ويندا آهن
۽ سکن جي گردواري ۾ جيڪڏهن ڪو ننگي سر وڃي ته
بي ادبي سمجهي ويندي آهي. هندستان ۾ عام طور ٻين
آستانن ۾ سڀئي ننگي پير ويندا آهن.

انهن سڀني رسمن ۽ رواجن جو تعلق انسان جي شرڌا
سان آهي ۽ انهن جو اصلي مطلب صرف ايترو آهي ته انسان
ادب ۽ مريادا سان پرڀوءَ کي ياد ڪري. درحقيقت مالڪ
جي نگاهه ۾ ظاهري رسمن جي ڪابه اهميت ڪانهي. جيئن
پتا کي سڀ ٻالڪ پيارا لڳندا آهن تيئن پرماتما کي سڀ
انسان پيارا آهن.

هاڻي سوال ٿو اٿي ته جيڪڏهن سڀني انسانن جو هڪ
ئي عالمگير مذهب (Universal Religion) آهي ته پوءِ
مختلف مت متانتر ڪيئن ٿيا؟ سچائيءَ جو سار ته سڀني
ڌرمن ۾ هڪ ئي آهي ۽ مت متانتر صرف اسانجي مختلف
ڌارمڪ وچارن جي ڪارڻ پيدا ٿيا آهن. جڏهن گرو نانڪ
صاحب جن مڪي شريف ويا ۽ اتي قاضين ۽ ٻين عالمن سان
مليا ته انهن کانئن پڇيو، "نانڪ! جيئن تون صرف هڪ خدا
کي مڃين ٿو تيئن اسين به ته توحيد ۾ وشواس رکون ٿا پوءِ
تنهنجي ۽ اسانجي سکيا ۾ ته ڪو فرق ٿيو ڪونه."
گرو نانڪ صاحب جن فرمايو، "منهنجو وحدانيت ۾ وشواس
سڀني مذهبن کان اڳ جو آهي ۽ توهان انهيءَ عقيدي کي ڪٽرتا
تنگدلي ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي. مان اهو مڃان ٿو ته پرماتما جا

ڪٿين (١) رسول ۽ نبي دنيا ۾ آيا جن جيون جو ڌڻيءَ مالڪ طرف لڳائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪيئن برهما، ڪٿين شڪ سنسار ۾ ٿي چڪا آهن ۽ ڪٿين گورک ۽ ناٿ آيا ۽ ايندا؛ ڪٿين ڌرمي پستڪ (٢) قرآن شريف وغيره وقت بوقت لکيا ويا ۽ لکيا ويندا؛ لکين (٣) ڀرتيون لکين آسمان ۽ لکين پُريون آهن ۽ بيشمار رامڪرشن ۽ ٻيا اوتار ٿيا ۽ ٿيندا ۽ اهو ڪل مالڪ جي انت ۽ اٿاه آهي."

---

(١) جت دو لک محمدا لک برهمي بشن مهيش،
لک لک رام وڏيري هه لک راهي لک واس؛
لک لک اولي جتي ههي ستي اهو لي سنياس،
لک لک اولي گورکا لک لک نالا ناٿ.
(جنم ساکي ڀائي ٻالي واري- ۱۴۲)

(٢) بيد ڪتيبان ڪيتڙي ٻهه ٻهه ڪرن ٻيار،
ڳڻان ڳڻ نصيحتان ڳڻان ڳڻ ڪلام؛
ڳڻان ڳڻ پيغمبران ڳڻان ڳڻ قران،
ڳڻان ڳڻ رسالڙي ڳڻان ڳڻ ڪلام.
(جنم ساکي ۱۵۱)

(٣) لک لک ڌرتي آڪاش هئن ٻرهان لک انت،
لک لک ڪورمڇ ڪڇ لک لک بيراه؛
لک لک اوتي نار سنگهه ٻاون لک الله،
رام ڪرشن اگنت ٻوڌ ڪلڪي لک،
آڌن جاوڻ حڪم وچ ڪرلي آنک قرڪ.
ڪيتڙيا اوتار لک ٻيتي انت نه پار،
ڪيتي هوئيا استتي ڪڇ انت نه پاراوار.
(جنم ساکي ۱۴۲-۱۴۳)

هڪ قطري جي ڪهڙي طاقت آهي جو ساگر جو انت لهي سگهي! هڪ محدود جو بيحد جي باري ۾ ڇا ٻڌائي سگهندو؟ پرماتما جي مهما اپار آهي ۽ جيترو انسان پرماتما جي نزديڪ وڃيٿو اوترو ئي پرماتما وڌيڪ وشال معلوم ٿئي ٿو. پريو هڪ درياه جي مثل آهي ۽ مڇليءَ جي مجال ناهي جو ان جو اندازو لڳائي سگهي.

"اسين درياه دانا بينا،
مڇي مڇلي ڪيئن انت لهان."

(سري راڳ محلا ١، ٢٥-٢٦)

هري بيحد آهي ۽ اسين هيڪي محدود سمجهه ٻان ڪيون ٿا. پوءِ عقل ۽ ٻڌيءَ سان اسين ڪيئن ڄاڻي سگهنداسين ته هو ڇا آهي؟

"هو ته انهيءَ هڪ مت ڪر ڙرنڻ،
ڪيا جيانا هوءِ ڪٿوري."

(سورٺ محلا ٥-٦١٢٩)

# آدرشي اِنسان

اِنسان سماجڪ پراڻي آهي ۽ هميشه پنهنجي اِنسان سان گڏجي رهڻ جو عادي آهي. هو ڪا نه ڪا سوسائٽي يا سماج ٺاهي هن دنيا ۾ زندگي بسر ڪري ٿو. جتي ڪا سماج نه آهي اتي به هو ڪا نه ڪا سوسائٽي ٺاهي پنهنجو وقت وليت ڪيو ڪري. انهيءَ ڪري سنت مهاتما اِنسان جي ٻاهرين رهڻ سهڻ کي لٽا چيڙين. هميشه اُپديش آهي ته توهين ڀلي ڪٿي سماج جي ڪهڙن به اصولن مطابق جيئرن گهاريو پر آخر توهين اِنسان آهيو. توهانجي پوشاڪ توهانجي اِنسانيت ۾ ڪو به فرق آڻي نٿي سگهي. تنهنڪري سڀ ڪان پهرين اِنسان ٿيو ۽ سڀني سان برابر ۽ پيار رکو. سماج جو اصلي مقصد آهي اِنسانيت ۽ ماڻهپو سيکارڻ. انهيءَ ڪري اِنسانيت جا سڀ گڻ ڌارڻ ڪريو، سچ جي ڪمائي ڪيو ۽ سڀني سان برابر، پيار ۽ همدردي رکو. سڀ جيو هڪ ئي پرم پتا جا ٻالڪ آهن، انهيءَ ڪري سڀ اسانجا ڀائر آهن.

” ايڪ پتا ايڪس ڪي هم بارڪ،
تون ميرا گر هائي.“

(سورٺ محلو ٥، ١٩-٦١١)

شرير ڪري توهين اِنسان آهيو انهيءَ ڪري اهڙو آچار وهنوار ڪيو جنهن مان اِنسان جو شان پسجي. آتما ڪري تون پرماتما جو انس آهين. ” ال روح امري رابي.“

” ڪهه ڪبير اِهُ رام ڪي اَنس.“

(گونڊ ڪبير ١٠-٨٧١)

توماں الاهي نور جهلڪنا ڪهي، توکي پنهنجي آتمڪ پوانجي سڃاڻڻ کپي.

پرماتما انسان ۾ آهي ۽ انسان پرماتما ۾ آهي. انسان سڀني الوهڪ رازن جو ڳجهو خزانو آهي. هر هڪ آئينو آهي جنهن ۾ مالڪ جي ڪماليت جا نوري ڪرڻا پيا چمڪن. انسان پربرهم جي مورتي آهي ۽ پرڀو هنجي جان آهي. ڀلا جان کانسواءِ انسان جي قيمت ئي ڪهڙي؟

”صورت حقي و حقيقت جان بود،
صورت بي جان ڪجا انسان بود.“

”برهم بنا ڪايا ڪي اولي،
ڪايا بن برهم ڪيا بولي.“

حضرت عطار صاحب فرمائين ٿا ته اي انسان! تون باطني طور ساري عالم جي جان آهين. ٻئي جهان ۾ تون موجود آهين ۽ سڀني ڳالهين جي تون جنس آهين. تنهنجي اندر هردم ڪلامِ الاهي گونجي رهيو آهي.

”تو بمعني جان جمله عالمي،
هردو عالم خد تونئي بنگر دمي؛
درحقيقت خد توئي ام الڪتاب،
خود ز خود آيات حق را باز ياب.“

اي انسان! تون پنهنجي جسماني هستيءَ کي خدا جي هستيءَ ۾ جذب ڪري ڇڏ ۽ جسماني خدا (God Man) جو نور سنسار ۾ ڦهلائي هن ماتم منڊل کي سرڳ بڻائي ڇڏ. دنيا کي اهڙو پوتر آستان بڻاءِ جتي اهم، تنگدلي ۽ غرور جي بوءِ به نه هجي. دشمني ۽ ايڪا نظر نه اچي يعني سنسار ۾ انسان نظر اچن ۽ نه ڪ حيوان جن مان شيطاني ۽ وحشيت پيئي بکي. اهڙي دنيا بڻاءِ جنهن ۾ ڪو ڪنهنجو حق نه کسي. جتي زور زبردستي ۽ قانوني سزا ڏيڻ لاءِ ڪنهن حڪومت جي ضرورت ئي نه پوي. جتي چوري، لچ ۽

سٺم نہ هجن. هر هڪ انسان خدائي اصولن مطابق رهي ۽ ٻرتوي نرمل آتمائن جي نواس جو آشيانو بڻجي پوي. پوءِ ئي هيءَ دنيا سڪ ٻڻجي پوندي جتي صرف پاڪ ۽ پوتر جيو آتمائن جي رهائش هوندي.

دراصل، منش لاءِ سڀ کان اوچو آدرش آهي ”پورن منش“ بڻجڻ. ”Be Ye Perfect“ ارٿات پورڻ انسان بڻجو. سينٽ پال St. Paul فرمائي ٿو تہ توهان الاهي جوهر ۾ پورڻ آهيو. “You Are Complete In God Hood” سيني ڊومن ۾ انهن ڪامل پرشن جي شيوا جاتز مڃي ويئي آهي جي مالڪ سان ملي هڪ ٿي چڪا آهن ۽ سنسار لاءِ مڪتيءَ ۽ نرواڻ جو آدرش پيش ڪيتا. ڀڳوت گيتا ۾ بہ لکيل آهي تہ هن دنيا روپي درخت جون جڙون مٿين روحاني ميدان ۾ آهن ۽ شاخون هن زمين تي. اهڙي طرح انسان جون جڙون بہ ادرشٽ روحانيت ۾ آهن. حالانڪ انساني وجود ظاهري دنيا ۾ جڪڙيو پيو آهي پر سندس آتما امر آهي. اسانجي چيتن هستيءَ جي پرويان اها ايشوري شڪتي آهي جنهن کانسواءِ اسانجي جسماني چيتنتا ڪم ڪري نہ سگهندي. اها شڪتي ڪجهہ گپت ۽ ڪجهہ پرگهٽ آهي ۽ اسانکي پوري ڪوشش ڪري انهيءَ شڪتيءَ کي پرگهٽ ڪري پاڻکي شرير، من ۽ اندرين کان آزاد ڪرڻ کپي.

سنسار ۾ وقت بوقت اهڙا سنت مهاتما پيدا ٿين ٿا جي انهيءَ آدرش کي سنسار جي سامهون رکن ٿا. شري گورو نانڪ صاحب کان وٺي دسم پاتشاهي شري گورو گوبند سنگهہ صاحب تائين سيني گورن ”سک“ اٿوا ”خالصا“ جو اوچو آدرش سنسار جي آڏو رکيو جو شيواءِ ڀڳتي پريم ۽ نشڪاما جو اُملهہ خزانو آهي، جو مڙده دلين کي جاڳائي مالڪ جي رنگ ۾ رڱڻ جو اَسر سادن ۽ جو نيڪيءَ کي همٿائي ۽

بديءَ کي ختم ڪريٿو. اھو آدرش انوکو، الوڪڪ ۽ اگر آھي
۽ مالڪ جي چترڪاريءَ جو نمونو آھي جو تعصب ۽ تنگدليءَ
کان آجو آھي. اھڙي طرح مسلمانن ۾ سچي مومن ۽ عيسائين
۾ سچي عيسائيءَ جو آدرش رکيو ويو آھي. يوروپ ۾
پيوريٽنس (Puritans) ”سچ جي سپاھين“ جو آدرش
سنسار جي سامھون پيش ڪيو. اھڙي طرح سيني سنتن ۽
مھاتمائن جيڪي ڏڙ ڏام پيتا ان اھو مڪتيءَ يا نجات جو
لکش انسان ذات جي اڳيان رکيو.

حضرت موسيٰ ڪوھ طور (پھاڙ) تي خدا جو نور ڏسڻ
لاءِ ويو ڇاڪاڻ ته ھو پنھنجي اندروني آتمڪ پرڪاش کان
غيرواقف ھو. اي جگياسو! تون ڪنھن ڪامل پرش جي
تلاش ۾ وک وڌاءِ ڇاڪاڻ ته پريو پاڻ اھڙي مھاپرش جي
کوج ۾ رھيٿو.

”گدائي جلوه رفتي بر سر طور،
که جان تو ز خود نا محرمي هست.
قدم در جستجوي آدمي زن،
خدا هم در جستجوي آدمي هست.“

(اقبال)

رسڪن (Ruskin) جي فيلسوفيءَ جو سار اھو ئي آھي ته
ساري سنسار ۾ انسان ئي ھڪ انمول خزانو آھي. مال دولت،
سون چاندي ۽ ٻيا پدارٿ جيڪي انسان استعمال ڪريٿو
سي نه، پر انھن کي استعمال ڪرڻ وارو انسان ئي سچو
خزانو آھي. ھو لکيٿو ته انساني زندگيءَ کان وڌيڪ ٻي
ڪابه دولت ڪانھي. ليڪن ڪھڙي زندگي؟ جنھن ۾ پيار
آھي، خوشي ۽ شڪتي آھي. اھو ئي ملڪ سڀ کان زياده
غني آھي جنھن ۾ اھڙا ليک ۽ خوش دل انسان پرورش
پائين ٿا. ھن جو ڪٿن آھي ته اھو ئي انسان سڀ کان وڌيڪ

ڌنوان آهي جو پنهنجي زندگي مڪمل ۽ پورڻ بنائي ٿو ۽
پنهنجي جسماني ۽ آتمڪ پونجيءَ سان ٻين کي ڪهڙي بہ ڪهڙو
لاڀ پهچائي ٿو.

"There is no wealth but life, life including all its power of love, joy and of admirations."

"That country is the richest which nourishes the greatest number of noble and happy human beings."

"That man is the richest who, having prefected the functions of his own life in the utmost, has also the widest helpful influence both personal and by means of his possessions, over the lives of others."

اهڙيون مهان هستيون ساري دنيا جي اُڌار جو ذريعو
بڻجن ٿيون ۽ دنيوي پدارٿن جي سونهن اهڙن مهاپرشن جي
روحاني سندرتا جي ڀيٽ ۾ ڪجھ آهي.

## روحانيت جي ضرورت

اڄ ڪلهه ساري سنسار ۾ چتا نڪر ۽ ڪيميا ناڻ جو زور آهي. ڪمائي واري مهانگائي ڪانسواءِ زندگيءَ جي ڪنهن به طبقي جو ماڻهو انهن کان اڻڄاڻ نه آهي. انهيءَ مان ثابت آهي ته اڄ ڪلهه روحانيت ۾ ماڻهن جي ڪا به رُچي ڪانهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي ته علم ۽ سائنس ۾ ترقي ٿي آهي پر روحاني ترقيءَ جي خيال کان ڏٺو وڃي ته اسين بلڪل ڪورا آهيون. اسان ندين، پهاڙن ۽ سمنڊن جي کوج ڪئي آهي پر پنهنجي اندر جي نه. درحقيقت ساري ودّيا جو مول مقصد ڇا آهي؟ اهو ته انسان پنهنجو پاڻ کي ڄاڻي.

”علمه جمله علوم اين است واين ؛
تا بداني من ڪيم در يوم دين .
قيمت هر ڪار ۾ ميداني ڪه چيست ،
قيمت خود را نداني ابلهي است .“

اسين ڀلا ته ڪيترائي علم ڄاڻون ٿا پر پنهنجي آتما، جنهن دواران سڀ علم حاصل ڪيون ٿا ۽ شرير، من ۽ بُڌيءَ جو ڪاروبار هلي رهيو آهي، انهيءَ جي باري ۾ اسانکي ڪا به ڄاڻ ڪانهي. جنهن سبب اسين آتمڪ نقطه نگاهه کان اگياني آهيون.

ڀلي ڪٿي انسان ساري ڀرلوڪ جو ساز ۽ سامان حاصل ڪري پر جيستائين هُو پنهنجي آتما جو گيان پراپت نه ڪيو آهي ته سمجهڻ گهرجي ته هن جي زندگي وئرٿ وڃي رهي آهي.

" What does it profit a man if he gains the whole world, but suffers the loss of his own soul." (Bible)

چئني طرفن کان اشانتي پيئي نظر اچي. انهيءَ جو مول

ڪارڻ آهي ته آتما نه پنهنجو پاڻ کي ئي ڄاڻي ٿي نه پرماتما
کي ۽ انهيءَ جو اثر اهو ئي ٿيو آهي ته اسين پريم ۽ ڀائپيءَ
جي جذبن کي وساري ويٺا آهيون، اڄ ڀاءُ ڀاءُ جو، سماج
سماج جي ۽ قوم قوم جي ۽ ملڪ ملڪ جو دشمن آهي هڪ
هڪ ٻئي جي خون جا پياسي آهن. ڪرمڪانڊ ۽ ظاهري
ڌارمڪ سکيائون ماڻهن ۾ پريم ۽ ميلاپ جون ڀاونائون پيدا
ڪري نه سگهيون آهن.

اڄ اهو اهم ضروري آهي ته پرمارٿ جو نئين ڍنگ
سان ويچار ٿيڻ کپي جيئن انسان ذات موجوده دردشا کان
ڇوٽڪارو پائي. آتمڪ جيون (Life of the Spirit) تي زور
ڏيڻ کپي جيئن اسان جي خودي، ميل، دک ۽ چنتا سڀ
نورت ٿي وڃن. هڪ طرف ته دنيا ۾ سائنس جي نئين
روشني ڦهلجي ويئي آهي ته ٻئي طرف پراڻين ڪُريتين ۽
ڌارمڪ بندشن جو اڌڪار وڌيل آهي، جنهن سبب اسين
کشمڪش، وهم ۽ اگيان ۾ ڦاٿا پيا آهيون. ڌرم ويچارڪ ۽
گياني جن جو فرض آهي دنيا کي انهيءَ الجهن مان ڪڍڻ
سي خود فرقيبندي ۽ شريعت جي جار ۾ لوڪن کي ڦاسائي
رهيا آهن. ڪيترا وري مغربي روشنيءَ جي زير اثر اڄ
انهيءَ اصول جا آهن ته کائو، پيو ۽ موج اڏايو.
(Eat, drink and be merry) هو چون ٿا ته پرماتما جي
ضرورت ئي ڪهڙي آهي؟ مطلب ته عام ماڻهن جي نظر
اکروٽ جي کل ئي آهي نه ڪ انجي اندرئين مال (سار تت)
ئي جنهنجي حفاظت لاءِ ٻاهريان کل رچيل آهي. هو انهيءَ
کل کي هضم ڪرڻ ٿا چاهين، جو ناممڪن آهي. انهيءَ
الجهن جي ڪارڻ هو پرماتما کي وساري ويٺا آهن ۽ پرمستيه
کان دور ٿيندا پيا وڃن.

"اي خدا جويان خدا گم كرده ايد،
گم د و بسن امواج قلزم كرده ايد."

(اي خدا جا ڳولائو! اوهان خدا کي من روبسي ساگر جي لهرن ۾ گم ڪري ڇڏيو آهي.)

اهڙي حالت ڪي ڏسي سنت مهاتمائون هميشه جيون جو ڏيان مالڪ طرف موڙڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ هڪ نهايت آسان طريقي جو اشارو ڪين ڏين ٿا. اهو مارگ جو هرهڪ انسان جي اندر آهي ۽ ڪل مالڪ جو خود بنايل آهي ۽ اناد ڪال کان هلندو آيو آهي. انهيءَ جو ذڪر هن ڪاڻوءَ "آدرشي ڌرم" باب ۾ ڏنو ويندو. اهڙن مهاپرشن جو اپديش آهي ته پرماتما آهي ۽ سڀ ڌرم انکي پراپت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا. درحقيقت، ڌرم آهي پرڀوءَ کي پائڻ جو مارگ. ڌرم کي انگريزيءَ ۾ (Religion) چوندا آهن. اهو لفظ لئٽن ڀاشا جي (Ligare) مان نڪتل آهي. جنهنجو مطلب آهي ٻڌڻ يا جوڙڻ يعني آتما کي پرماتما سان جوڙڻ ۽ اهو اوهڪ سچي ڌرم سان لاڳو آهي. انهيءَ ڪري جيڪو سچ پهچي آتما پرماتما سان جوڙي ٿو اهوئي سچو هندو، سچو مومن، سچو سک، سچو عيسائي ۽ سچو ٻڌمت آهي. سنت چون ٿا ته پرماتما انسانجي اندر آهي ۽ هن شرار روپي هرمندر ۾ انهيءَ جو درشن ٿيندو. انساني وجود ۾ آتما ۽ پرماتما ٻنهي جو نواس آهي پر وچ ۾ اهنڪار ۽ خوديءَ جو پڙدو آهي جنهن سبب آتما پرماتما جو ديدار ڪري نٿي سگهي.

"ايڪا سنگت اڪت گرهه بستي،
مل بسانه نه ڪرلي پائي."

(گوڙي محله ٥، ٢-٢٠٥)

ڪٿي چئجي ٿو ته آتما پنهنجيءَ سمان آهي ۽ پرماتما پنهنجيءَ سمان. ٻئي هڪ ٻئي سيج تي آهن يعني جسم جي اندر آهن. ليڪن جڳ گذري ويا پر استريءَ پنهنجيءَ جو درشن نه ڪيو. ڪهڙي نه افسوس جي ڳالهه آهي!

"اِڪا سيج وڇي ڌن ڪنتا،
ڌن سوتي پرسد جاڳنتا."

(سوهي محلہ ٥، ١٦-٧٣٧)

ڪنهن کي به پرماتما کي پائڻ لاءِ ٻاهر ڪنهن قوم يا ڌرم کي ڇڏڻ جي ضرورت نه آهي ڇاڪاڻ ته پرماتما هرهڪ جي اندر آهي ۽ اندر ئي ان سان ميلاپ ٿي سگهي ٿو.

## اڄ ڪلهه ڌرم ڇا کي ٿو سمجهيو وڃي ۽ سچو ڌرم دراصل ڇا آهي؟

اڄ ڪلهه ڌرم جي سچائي ۽ اصليت کي وساري اسان پراڻين ڌارمڪ ڪتابن جو پڙهڻ ۽ پڙهائڻ، ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ، يا پراچين مهاتمائن جي زندگيءَ جا ورتانت ۽ سندس گرنٿن کي ايشوري حڪم ثابت ڪرڻ لاءِ بحث مباحثا ڪرڻ کي ئي ڌرم سمجهي ويٺا آهيون. ڪي ته نئين زماني جي وچارن کي پراچين گرنٿن جي سکيا سان ملائڻ جي ڪوشش ۾ لڳل آهن. وري شريعت جا پابند ٻاهرين ڌرم کي سچو پيا ڪوٺين ۽ ڪن ته ماضيءَ جي مهاتما، جنهن کي گذري ئي سوين بلڪ هزارين سال ٿي چڪا آهن، ۾ صدق رکڻ ۾ ئي مڪتيءَ جو ساڌن ٿا سمجهن. هو سڀ مذهبي لنگڙائيءَ جي ڪارڻ ڌرم جي اهيءَ سچائيءَ کي ڀلجي ٿا وڃن ته پرماتما هرهڪ انسان جي اندر آهي ۽ اندر ئي آتما

کي ان ۾ لين ليٺو آهي. سچي ڌرم جو اوڇ آهي ڀراءُ
جي راهه ۾ هلي امر جيون پائڻ ليکن شريعت وارا انهيءَ
اصليت کي وساري ناناپرڪار جي رسمن ۽ رواجن لي
جمع ڪان موٽ تائين هلڻ ۽ ڪرمڪانڊ جي ٻاهرين نشانين
کي ئي سچو ڌرم سمجهن ٿا يا ڪن خاص منترن کي
ڪنهن خاص ڍنگ سان اچارڻ کي ئي مڪتيءَ جو ساڌن
سمجهن ٿا.

سڀ سنت مهاتما اُپديش ڪندا ته ڀراءُ جي رچنا اساهي
اندر آهي. (Kingdom of God is within you) ۽ انهيءَ
جو ذڪر هنن پنهنجي گرنٿن ٻولين ۾ صاف لفظن ۾ ڪيو
آهي. اڄ ڪلهه چاڪاڻ ته ڪماڻي وارن مهاتمائن جي اُڻاٽ
آهي انهيءَ ڪري عام مت متانترن لوڪن کي ڪرمڪانڊ
جي ٻنڌڻن ۾ جڪڙي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ ٻڌائڻ ۾ اسمرٿ
آهن ته اسين پنهنجي اندر پرماتما جي ديش ۾ ڪيئن داخل
ٿي سگهون ٿا. انهن مان اسانجي سنسار ۾ ڦهلل ورليءَ
کي ايڪاگر ڪرڻ ۾ ڪوبه واهر نٿو ڪري ۽ صرف گذريل
مهاتمائن جهڙوڪ مسيح، ٻڌ، ڪرشن، رام، ڪبير،
گرو نانڪ وغيره جي اُپاسنا ڪرڻ جي سکيا ڏين ٿا. پر
اهو ڪونه ٿا ٻڌائين ته انهن مهاتمائن پنهنجي آتمڪ چڙهائيءَ
لاءِ ڪهڙي ساڌنا ڪئي ۽ اڄ اسين انهن جو اصلي روپ ۾
ڪيئن درشن ڪري سگهون ٿا. انهن مت متانترن جا
پوئلڳ اسانکي ڪنهن نه ڪنهن گرنٿ پوٿيءَ جي نيڪ
وڻڻ جي هدايت ڪندا پر اهو ڪونه ٿا سمجهائي سگهن ته
جن واقعن ۽ تجربن جو انهن ۾ ذڪر آهي انهن روحاني
تجربن کي اسين ڪيئن حاصل ڪيون؟ هو اهو ضرور چوندا
ته سنسار ڀوساگر آهي ۽ انهيءَ کي پار ڪرڻ ڪوئي ۽ نام جي
جهاز ۾ ويهي انکي پار ڪري سگهجي ٿو. پر مول ڪمي

اهائي آهي ته هو اسانکي انهيءَ جهاز ۾ وهاري لنگهائي سگهن. دراصل ته هيءَ ڀوساگر جي سفر جو پنڌ آهي ۽ نه ڪو انهيءَ ۾ اڻڌڙ پياڪ لهرن کان بچڻ جو ڪو طريقو معلوم آهي.

جيستائين انسان ساوڌان ٿي پنهنجي اندر پرماتما کي ڳولي ملي ۽ هنجي گڻن ۽ شڪتيءَ کي پنهنجي اندر جذب نٿو ڪري ليستائين هنجا سڀ ٻاهريان ڪرم ڌرم وئرٿ آهن. اهو مالڪ ته اپار، لافاني ۽ شانتيءَ جو ساگر آهي ۽ جيستائين اسانجي اندر مڪمل شانتي پيدا نه ٿي آهي ليستائين اسانجي آتما انهيءَ شانتي جي منڊل ۾ ڪيئن پرويش ڪري سگهندي؟ انهيءَ شانت مان (Voice of the silence) شبد جي گونج هر وقت نڪري رهي آهي ۽ جيستائين آتما انهيءَ شبد کي ٻڌي نٿي، ليستائين هوءَ نرمل شانتيءَ جو انڀو نٿي ڪري. اها شانتي يا موني ئي اصليت آهي ۽ انهيءَ لافاني اصليت جو انڀو عقل سان ڪڏهن به حاصل نه ٿيندو. انهيءَ کي ته صرف آتما ئي پائي سگهي ٿي. ۽ انهيءَ ڀيد جو پتو انترمک سادنا ڪرڻ سان لڳيتو. عقل ۽ ٻڌيءَ سان ڪڏهن به پرماتما جي گمتا نه ٿي سگهي.

”سوچي سوچ نه هووئي، جي سوچي لک وار.“
(جپ جي)

پرماتما جسماني طور ادرشت آهي ۽ صرف پنهنجي اندر ئي سوکيم ۽ ڪارڻ منڊلن کي پار ڪري ئي هنجو درشن ٿي سگهيتو.

”اپوڻ اوچا هووي ڪوءِ،
تس اوچي ڪو جاڻي سوءِ.“
(جپ جي ١٠-٥)

پرماتما صرف هڪجهڙي ۽ پريم ڏوارا ملي سگهي ٿو، خيال ۽
وچار ڏوارا بلڪل نه. اسانکي ابياس ڪري پنهنجي اندر
ئي نرمل چيتن ديش ۾ پهچڻ گهرجي. عام طور اسانجا خيال ۽
ڦُرنا اسانجي چيتنا کي گهيري ويٺا آهن. انهيءَ ڪري
انهن ڦرڻن کان پاڻ کي مٿي کڻڻو آهي. روحاني زندگي پرماتما
جي ميلاپ جو نالو آهي نه ڪ سوچ ۽ وچار جو.

## سنت مت ۽ بين ڌرمن ۾ فرق

سچي روحانيت آهي سرت شبد جو مارگ يعني آتما جو
پرماتما ۾ لين ٿيڻ جو اندروني انڀو ۽ اهو انڀو عام مت متانترن
کان نهايت اوچو آهي. انڪي سنت مت يا سنتن جي سکيا
به چئجي ٿو. سنت مت روحانيت جي اصلي اصولن کي
سمجهائيندو ۽ سادارڻ ڌرمن ۽ مذهبن کان افضل آهي ڇاڪاڻ
ته مذهبن ۾ صرف اصولن، عقيدن ۽ ڪرامتن جو ذڪر آهي.
سچي سائنس ڪڏهن به انڌ وشواس جي سکيا نٿي ڏئي ۽
انهيءَ جا نيم گڻت وديا وانگر اٽل ٿيل ٿا. اهڙيءَ طرح
هن آتما جي سائنس ۾ هرهڪ قوم جي مختلف ابياسين
جڏهن پنهنجا انڀو پيش ڪيا ته سڀ هڪ ئي نتيجي تي
پهتا. روحاني زندگي ونيت ڪرڻ جو ارٿ صرف اهو ئي
آهي ته انسان مايا جي غلافن کي لاهي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻي
ته هنجو روپ چيتن آتما آهي ۽ پرماتما جو مهاچيتن آهي
انهيءَ ۾ جيئن بوند سمنڊ ۾ ملي انجو رنگ ۽ روپ اختيار
ڪندي آهي لين ٿي وڃي. انهيءَ ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ گورو
يا مرشد جي مدد جي اهم ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته جيڪا
روحاني ترقي انسان پنهنجو پاڻ لکن سالن ۾ به نه ٿو ڪري
سگهي سا هاڻ لٿي اي ۽ هو رچنا کي ڇڏي رچيندڙ سان

توري عرصي ۾ تن ملي سگهبو. انهيءَ مارگ کي سرت شبد يوگ چئجي ٿو ۽ اهو سڀني امير غريب، عالم يا نيچ ذات وارن، پڙهيل اڻ پڙهيل ۽ سڀني ديشن جي رهواسين لاءِ يڪسان آهي ۽ انهيءَ شبد يوگ جو ذڪر هن ڪتاب ۾ ڪولي ڪيو ويو آهي. شبد يوگ جي ابياس سان سچي خوشي ۽ شانتي ملي ٿي ۽ انهيءَ جا نيم قدرتي، آسان ۽ سڀني کي چڱي طرح سمجهه ۾ اچي سگهندا. پر اي سمجهه ۽ اعتقاد وشواسي لوڪن لاءِ انهيءَ جو ابياس مشڪل آهي.

سنت سنسار روپي ساگر جا ملاح آهن ۽ آتما کي پرماتما سان ملائڻ لاءِ اچيندا. سچا سنت سچکنڊ مان اچيندا ۽ شرير روپي پڃري جي قيد قبول ڪندا ۽ هتي وڃارا ٿي ڪم ڪن ٿا. سندن وٽ آهي پليل پنکيل روحن کي مالڪ سان ملائڻ.

"چيست روح آن طائر قدسي صفت،
در قفس محبوس بهر معرفت؛
آمده بهر تجارت از عدم،
رو بدان سو باشد اورا دم بدم."

(مولوي روم)

سنتن جا انمول روحاني خزانا يعني سرت شبد جي ڪمائيءَ ۽ انيڪ سان پيار وچن ذرم پستڪن ۾ درج ٿيل آهن ۽ اهي ساري سنسار جي سمان جائداد آهن. جهڙي طرح پرماتما سڀني جو آهي اهڙي طرح سنتن مهاتمائن جا انيڪ به سڄي انسان ذات جي رهنمائيءَ لاءِ آهن ۽ نه ڪنهن وشيش ڌرم يا جاتيءَ لاءِ. خدا انهن جو آهي جنکي خدا پنهنجو بنايو آهي.

"آئين ٻاٻي ناهي ڪسي ڪو،
ڀاڳون ڪو هر راجا،
موهه پٽل سڀ جڳت ڀٽايو،
ڀڳت نهي سنتاپا."

(سورٺ روي‌داس ٦-٦٥٨)

گرو صاحب جا انمول مالڪ جوڙا ٻرمارلي وچن گرو گرنٿ صاحب جي روپ ۾ اسان وٽ موجود آهن ۽ هن لاڏڙي ڪتاب ۾ انهيءَ خزاني کي دنيا اڳيان ڪرلي رکڻ جي نماڻي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

پيئو دادي ڪا ڪرل ڏنا خزانا،
نامري من ڀَنڪا نسدلسا.

(ڏوڙي محل ٥، ١٨٦-١)

سرت شبد يوگ جو مقصد آهي اسانجي آتما کي پرماتما سان جوڙڻ يعني آتما کي پرماتما جو اپو ڪرائڻ. شبد سروپي مهاتما نام يا ديکشا ڏيڻ وقت پهنجي شش کي چڱيءَ طرح انهيءَ مارگ جي باري ۾ سمجهاڻي ڪرڻ هيءَ روحاني سائنس ستگرش خود ٻڌائي آهي ۽ اهتري ئي پراچين آهي جيتري الاهي ذات. جڏهن ڪي سچا پهنجي آتما کي پرماتما سان جوڙي اندر جو آنند ماڻڻ چاهين ٿا تنهن کي مناسب آهي ته هي ڪتاب غور سان پڙهن ۽ وڃارين. انهن کي جڳائي لاءِ غفلت ڇڏي جاڳن ۽ سنتن کي جي در اصل، روحانيت جا بادشاهه آهن، گلي گلي، شهر شهر ۽ ديس پرديس ۾ ڀعدي جتي به هر هجن ڪين ڳولي، سندن شون وٽي سرت شبد يوگ جو اڀياس ڪن. هي مارگ تلوار جي ڌار وانگر آهي ڇاڪاڻ ته هن ۾ اسٿول ديهه جي مرهه کي سوريءَ تي لٽڪائڻو ٿو پوي. انهيءَ ڪري اسانکي جڳائي لاءِ اهڙي سمٿ ستگروءَ جي تلاش ڪرڻ جو نه صرف اسانکي روحاني راهه تي هلڻ جي سکيا ڏئي بلڪ لوڪ پرلوڪ ۾ ۽ اندرين روحاني منڊلن ۾ اسان سان انگ سنگ رهي.

" با تو باشد در مکان و لا مکان،
چون بماني از سراؤ از دکان."
" جتي ليکا منگيئي، لتي کڙي دسن."
(سوهي محلہ ١، ٣-٧٢٩)

" نانک کچڙا سئہ توڙ،
ڍوُنڊ سجڻ سنت پکئا،
اوءِ جيوڙ ندي وڇڙه،
اوءِ مئئا نہ جاهي ڇوڙ."
(مارو وار محلہ ٥، ٣-١١٠٢)

اهڙي سنت جي سنگت ڪري اسانکي پنهنجي آتما، جا در اصل، ڪال ۽ وقت جي حد کان مٿي آهي، جاڳائڻ گهرجي. اسانجي سيني کشٽن ۽ کليشن جو ڪارڻ آهي، اسانجي آتما جي پرماتما کان جدائي. انهيءَ ڪري آتما کي پرماتما سان جوڙڻ جڳائي. سنت ئي سچا رهبر ۽ رهنما آهن جي اسانکي سيکارين ٿا ته ڪيئن ساڌنا دواران پنهنجي من کي استر ڪري پنهنجي ورتي انترمک ڪري پنهنجي اندر سڄڻ جي سچ ارثات پرڪاش ميہ پرماتما ڏانهن من ۽ آتما کي موڙي اندر پرسچي شانتي پراپت ڪجي.

سنتن جي سکيا قدرتي ۽ قديمي آهي ۽ انسان سان گڏوگڏ آئي آهي. سندن مارگ نشچت ۽ اٽل آهي جو ڪڏهن بہ بدليو ڪونهي ۽ پرمپرا کان هلندو آيو آهي ۽ گير بہ انکي گهٽائي وڌائي نٿو سگهي ۽ سنت مهاتما ۽ ڪامل فقير جي مالڪ پر اپد ئي چڪا آهن انهيءَ راه جي رهنمائي ڪندا آيا آهن. هيءَ هڪ قدرتي مارگ آهي ۽ هرهڪ انسان ساڌنا دواران انهيءَ جو انڀؤ حاصل ڪري سگهيٿو. هي مارگ، خود پرماتما جو رچيل آهي ۽ نہ ڪنهن بہ بشير جو. هن پر اندوشواس رکڻ جي ضرورت نہ آهي چاڪاڻ تہ اپياس دواران سنتن جي اپديش کي پنهنجي اندر پرکي ۽ ڏسي سگهجي ٿو.

”آئين بابي ناهي ڪسي ڪر،
ٻاوَن ڪو هر راجا،
موهه پٽل سڀ جڳ ٻڌا پهر،
ٻجيس نهي سنتاپا.“

(سوروت رويداس ٦-٦٥٨)

گرو صاحب جا املهه ماڻڪ جهڙا ٻرماڻي وچن گرو گرنٿ صاحب جي روپ ۾ اسان وٽ موجود آهن ۽ هن انهڙي ڪتاب ۾ انهيءَ خزاني کي دنيا اڳيان کولي رکڻ جي ناماڻي ڪوشش ڪئي ويئي آهي.

پيٺو دادي ڪا کول ڏٺا خزانا،
تامري من ڀئِيا انندا.

(گوڙي محلہ ٥، ١-١٨٦)

مرد شبد ٻوڪ جو مقصد آهي اسانجي آتما کي ٻرماتما سان جوڙڻ يعني آتما کي ٻرماتما جو اپو ڪرائڻ. شبد سورتي مهاتما نام يا ڏيکاءَ ڏيڻ وقت ٻهڀجي شش کي چڪيءَ طرح انهيءَ مارگ جي باري ۾ سمجهاڻي ڏيو. هيءَ روحاني سائنس ستگرو خود ٻڌائي آهي ۽ اهتري ئي پراچين آهي جيتري انساني ذات. جيڪي سچا ٻهڀجي آتما کي ٻرماتما سان جوڙي اندر جو آنند ماڻڻ چاهين ٿا تنکي مناسب آهي ته هي ڪتاب غور سان پڙهن ۽ ويچارن. انهن کي جڳائي ته غفلت ڇڏي جاڳن ۽ سنتن کي جي دراصل، روحانيت جا بادشاهه آهن، گلي گلي، شهر شهر، ۽ ديس پرديس ۾ يعني جتي به هو هجن کين ڳولي، سندن شرن وٺي مرد شبد ٻوڪ جو ابياس ڪن. هي مارگ تلوار جي ڌار وانگر آهي جاڪاڻ ته هن ۾ استول ديهه جي مرهه کي سوريءَ تي لٽڪائڻو ٿو پوي. انهيءَ ڪري اسانکي جڳائي ته اهڙي ستگروءَ جي تلاش ڪيون جو نه صرف اسانکي روحاني راهه تي هلڻ جي سکيا ڏئي پالڪ لوڪ پرلوڪ ۾ ۽ اندرين روحاني منڊلن ۾ اسان سان انگ سنگ رهي.

"ٻاڻ سو ٻاشد در مڪان و لا مڪان،
چون ٻماني از سراؤ از دڪان."
"جتي ليکا منگيئي، لتي ڪڙي دسن."
(سوهي محله ا، ٣-٧٢٩)

"نانڪ ڪچڙ تسا سنگ ٽوڙ،
ڍونڊي سجڻ سنت پڪئا،
اوءِ جيوندي وڇڙهه،
اوءِ مئا نه جاهي ڇوڙ."
(مارو وار محله ٥، ٣-١١٠٢)

اهڙي سنت جي سنگت ڪري اسانکي ٻڌڻجي آتما، جا دراصل، ڪال ۽ وقت جي حد کان مٿي آهي، جا ڄاڻڻ کپي. اسانجي سڀني ڪشٽن ۽ ڪليشن جو ڪارڻ آهي، اسانجي آتما جي پرماتما کان جدائي. انهيءَ ڪري آتما کي پرماتما سان جوڙڻ جڳائي. سنت ئي سچا رهبر ۽ رهنما آهن جي اسانکي سيکارين ٿا ته ڪيئن سادنا دوارا ٻڌڻجي من کي استر ڪري ٻڌڻجي ورتي انترمک ڪري ٻڌڻجي اندر سڄڻ جي سچ ارٿات پرڪاش ميه پرماتما ڏانهن من ۽ آتما کي موڙي اندر پرسچي شانتي پراپت ڪجي.

سنتن جي سکيا قدرتي ۽ قديمي آهي ۽ انسان سان گڏوگڏ آئي آهي. سندن مارگ نشچت ۽ اٽل آهي جو ڪڏهن به بدليو ڪونهي ۽ پرمپرا کان هلندو آيو آهي ۽ ڪير به انکي گهٽائي وڌائي نٿو سگهي ۽ سنت مهاتما ۽ ڪامل فقير جي مالڪ پر ايڪ ٿي چڪا آهن انهيءَ راهه جي رهنمائي ڪندا آيا آهن. هيءَ هڪ قدرتي مارگ آهي ۽ هرهڪ انسان سادنا دوارا انهيءَ جو انڀو حاصل ڪري سگهي ٿو. هي مارگ، خود پرماتما جو رچيل آهي ۽ نه ڪڏهن بدلي سگهي ٿو. هن پر اند وشواس رکڻ جي ضرورت نه آهي ڇاڪاڻ ته ابياس دوارا سنتن جي اپديش کي ٻڌڻجي اندر پرکي ۽ ڏسي سگهجي ٿو.

## فرقي بندي

عام ڏٺو ٿو وڃي ته سماري لوڪ ڪرمڪاند يا شريعت کي پرمالما کان به وڌيڪ مهتو ڏين ٿا. هو سمجهن ٿا ته ڌرم يا مذهب جو مطلب آهي گرنٿن پوٿين ۾ وشواس ۽ پراچين مهاتمائن ۾ صدق. جيئن امر بيل وڻ مان شڪتي پائي پوءِ وڻ کي ئي سڪائي ڇڏيندي آهي ليڪن فرقي بنديءَ ڌرم مان ئي پوشش پائي ڌرم جو ئي خون چوسي انکي کوکلو بنائي ڇڏي ٿي. انهي قدر جو ڌرم جي جان نڪري ٿي وڃي ۽ فرقي بندي صرف مرده ڇوڙيءَ ۾ رهجي ٿي وڃي. انهيءَ فرقي بندي يا سمپردائن جي قلعي ۾ ئي مذهبي تعصب مست حاليءَ وانگر پيو جهومي ۽ انهيءَ جي ديوارن جي اوٽ وٺي مذهب جا ٺيڪيدار ۽ رکوالو ٺڳجو وڃي ۽ نتيجو اهو ٿو ٿئي ته ٻاهريان ڌارمڪ رهتين ۽ رسمن کي ئي سچو مذهب ڪري ڏيکاريو وڃي ٿو. اها فرقي بندي ئي آهي جا ذات پات کي اهميت ڏيئي ڌرم جي اصليت کان منهن موڙي ٿي. انهيءَ جا پوڄاري صرف ظاهري آڊمبرن تي موهت ٿي وشواس رکي ويٺا آهن ته رهتون رواج يا ڪرمڪاند ئي انسان جي زندگيءَ جو مقصد آهي. سندن ڌارنا آهي ته انهيءَ کانسواءِ ٻيو سڀ ڪجهه ونرمد آهي. تنهڪري هر ڪنهن ڌرم ۽ مذهب، جنهنجو اصلي مقصد ته آتمڪ مڪتي هو، سو اڄ هڪ چڱو خاصو جيلخانو بڻجي پيو آهي ۽ جيڪي جگياسو انهيءَ حد کان مٿي نهارڻ چاهين ٿا تنکي پاپ جو ڀاڳي سمجهيو وڃي ٿو. نتيجو اهو ٿيو آهي ته صرف پنهنجي گرنٿن پوٿين ۽ ڪدرپل مهاتمائن لاءِ عزت ۽ ٻين لاءِ نفرت ڦهلجي رهي آهي. دلي ۽ دماغي غلاميءَ جو گهانگهو ٻڌيءَ ۾ پئجو وڃي ۽ اکين تي تعصب

۽ لنگهه لاءِ جيون پٽيون پڌجو وڃن. انسان پنهنجون حدبنديون ٻاڻي ٽي لاهي ڇڏي ۽ ڪوهه جي ڏيئي واڱر سنڌس محدود نظر انهن سيمائن کان ٻري ٽپي وڃي. ڌرم شاسترن ۾ درج ٿيل رٿيون ۽ رواج اصل ۾ انهن جي بنائيندڙن الهيءَ خيال سان ٺاهيا ته انسان ۾ ٻرٻر نيانگ ۽ روحاني آزادي وڌي ۽ ڦرقيپرستي ۽ ڌرم جي ليڪيدارن جي همت ۾ اهي رٿيون رواج هٿڪنڊن لاءِ ٺهجي پيون آهن ۽ مختلف مت متانترن جي وچ ۾ جهيڙي جو ڪارڻ ٿيل رهيون آهن ۽ سڀئي ۽ سرو وياپي ڌرم کان اسانکي دور ڌڪي رهيون آهن. منش جونيءَ جو اصلي مقصد آهي پرماتما سان ميلاپ، سنڌس ٻرٻر ۽ ياد ۾ مگن رهڻ ۽ خالق سان پيار ڪري خلقت ۾ سنڌس جلوو ڏسڻ. پر اڄ حالت بلڪل انهيءَ جي اُبتڙ آهي. پرماتما کي وساري ۽ ٻرٻر جي مارگ کان هٽي اڄ انسان انسان جو دشمن ٿي رهيو آهي. پرماتما جي ڀڳتيءَ کي ڇڏي اسين نمت سنساري ٿي پيا آهيون. هيءَ دنيا ڇا آهي؟ پنهنجي پرم پتا پرماتما کان ڄيمڪ ٿي پين سان نيهن لڳائڻ يا ٻين جي چرچا ڪرڻ.

"داني ڪه چيست دنيا دل از خدا بريدن،
جز عشق او گزيدن جز ذڪر او شنيدن."

پرماتما جا عاشق ٻڌجوا جنجو انتري انيو ڪلي لوسي سچا گياني هجو ٻرون ۽ پوءِ هو هميشهه فرقيپرستيءَ جي پرچارن کان ڪنارو ڪندا.

ڀلي شاهه جو ڪلام آهي:-

"ڌرم ساڃي ڏڙواني رهندي، لاکرداري نک.
مسيتان وچ ڪسبي رهندي، ني عاشق رهن الگ."

جيڪڏهن ڌارمڪ پرچار ڪن ۽ وعظ ڪندڙن جي اُپديش

جو سارلس باڻ چاھيو تہ نہ بہ شريعت جا بندن ٽوڙي سچي مالڪ سان نينھن لڳايو.

"گر ھمي خواھيد پيوستن بياراني واعظان،
بايد از دنيا و دين كردن شمارا انقطاع."

## ڌرم جي شروعات ۽ نقد ڌرم

ڌرم اسانجي اندر شروع ڪيئن ٿو ٿئي؟ جڏھن انسان محسوس ڪري ٿو تہ زندگيءَ ۾ ڪو بوڙ ۽ بت آزاد نہ آھي ۽ انھيءَ ڪري انجي اصلي راز جي کوج ۾ لڳي ٿو ۽ زندگيءَ جي "چو" ۽ "ڪيئن" کي ڄاڻڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. انسان جي زندگيءَ جو بيو نہ سھارو آھي جا؟ جي آھي تہ انھيءَ کي پاڻ جڳائي. ڌرم جي اتا سچي جڳياسا جنھن انسان جي اندر اٿن ٿي ٿي اھو ظاھري مت متانترن کي پنھنجو آدرش نہ بنائيندو ۽ نہ ڪنھن بہ ڌرم نيم ۽ سدائت کي مڪمل سمجھندو. اھڙو جڳياسو سدبو انھيءَ آدرش جي کوج ۾ رھندو جو امير لوڙي غريب، ڪٿي گياني لوڙي عام انسان سڀني جي اندر گپت آھي ۽ انھيءَ آدرش جي پرلڪ جھلڪ ڏيان ۽ سماڌيءَ ۾ لڳل ساڌڪ جي ديدار مان ملي ٿي تہ برابر ساڌارڻ زندگيءَ کان ڪا اوچي زندگي بہ ٿيندي آھي. پر انھيءَ جھلڪ کي پاڻ کان پھرين اسانکي پنھنجي پاڻ جي ڄاڻ (Self Realization) حاصل ڪرڻي پوندي. پنھنجو پاڻ ڄاڻڻ آھي سڀ گيان جي الف-ب. عام ماڻھو تہ صرف باھرين نشانين وٺڻ ۽ ڪنھن نہ ڪنھن مت کي مڃڻ ٿي ڌرم سمجھن ٿا پر روحانيت جو تعلق صرف روح يا آتما سان آھي. آتما ڇا آھي؟ انھيءَ جو گيان حاصل ڪري، آتما کي پرماتما ۾ لين ڪرڻ ئي سچو ڌرم آھي.

اسانکي پنهنجي آتما جا اگيان جي پردن ۾ قيد آهي تنهنکي آزاد ڪرڻو آهي ۽ اها اوستا پار برهم ۾ پهچي ٿي سگهي ٿي. اهڙي طرح آتما روپي قطري کي پرماتما روپي ساگر ۾ ملائڻ جو نالو آهي ڌرم يا مذهب. پرمارٿ ڌرم جي جان آهي، اندروني جوهر آهي. سنت مهاتما انهيءَ سچي پرمارٿ جي سکيا دنيا کي ڏيندا آيا. اسين عام لوڪ انهيءَ کان بي خبر آهيون حالانڪ اهو ئي اسانجي زندگيءَ جو آڌار آهي. انهيءَ روحانيت جي جهلڪ انهيءَ وقت محسوس ٿئي ٿي جڏهن ساڌنا دوارا اندرين ۽ من کي ايڪاگر ڪجي ٿو. عقل ۽ بڌيءَ دوارا اهو انڀو حاصل نٿو ٿي سگهي. سوچ ويچار ذريعي يا بڌيءَ ڪلپنا دوارا انهيءَ کي پائڻ ناممڪن آهي.

"سوچي سوچ نه هوئي، جي سوچي لک وار،
سهس سياڻپا لک هوهي، ته اڪ نه چلي نال."
(جپ جي -1)

سو جيئن شرابيءَ جي پياس اڃ جي نه آهي ليڪن روحانيت جي پراپتي سوچ ويچار دوارا ناممڪن آهي. سينٽ آگسٽين (Saint Augustine) سمنڊ جي ڪناري تي ويهي پنهنجي پستڪ (De Trinitate) دي ٽرنيٽيٽ جي باري ۾ سوچي رهيو هو ته ڇا ڏسي ته هڪ ننڍو ٻالڪ سپ (Shell) سان سمنڊ مان پاڻي ڀري هڪ سوراخ ۾ جو هن واريءَ جي وچ ۾ ٺاهيو هو، پيو وجهي. ٻالڪ کان پڇيائين ته تون ڇا ڪري رهيو آهين؟ هن وراڻيو ته مان سڄي سمنڊ جو پاڻي خالي ڪري هن سوراخ ۾ وجهڻ ٿو چاهيان. تنهن تي سينٽ آگسٽين چيس ته تنهنجي ته ساري محنت فضول ويندي. ٻالڪ جواب ڏنو ته آخر ڪنهن ته منهنجي محنت مان فائدو ٿيندو. اهڙي طرح جيڪي سمجهن ٿا ته پرم ستيہ

جي سوجهه عقل ۽ ٻڌيءَ جي ڪوشش سان حاصل ٿي
سگهجي ٿي انهيءَ ٻاڪ والڪر پڌيل آهن.

پرماتما سڀ ۾ هڪ اهڙي هستي آهي جا سڀ علم ۽
گيان کي سهارو ڏئي ٿي. سڀ مهاتمائن جو زور انهيءَ
نقطي تي آهي ته صرف سادنا دوارا آتما ۽ پرماتما جو گيان
حاصل ٿي سگهندو. انهيءَ کي هو نقد ڌرم سڏين ٿا جنهن جو
تجربو هن زندگيءَ ۾ ٿي سگهندو. جيئن ته پنهنجن
اندرين اکين دوارا ايشوري پرڪاش ڏسي سگهجي ٿو
۽ اندروني ڪنن دوارا انهد جي جهنڪار ٻڌي سگهجي ٿي.

"بخواهد چشم سر معشوق ديدن،
کلامش را بگوش خود شنيدن."

اهو ئي طريقو آهي اٽل وشواس ۽ پورن آنند پراپت ڪرڻ
جو. نقد ڌرم جو مطلب آهي ته سنسار ۾ پرڀوءَ جو روپ
اهي ۽ سندس شيوا جو رنگ چڙهي. مرڻ کانپوءِ مڪتيءَ
جو ڪوڙو اعتبار آهي؟ انهيءَ نقد ڌرم کي برگسن "کليل
ڌرم" (Open Religion) سڏيو آهي. انهيءَ جي خلاف
"اڌار ڌرم" کي برگسن "بند مذهب" (Closed Religion)
ڪوٺيو آهي. اڌار ڌرم آهي هڪ رسمن رواجن جو مجموعو
جو مرڻ کانپوءِ ڦل ڏيڻ جو واعدو ڪري ٿو. اهو صرف
زباني جمع خرچ آهي جنهن جو ڪوبه ڀروسو ڪونهي. اڄ
اسانکي نقد يا کليل ڌرم جي ضرورت آهي جنهن جي لهرن
۾ آتما اشنان ڪري امر جيون پائي باغ باغ ٿي وڃي. پرماتما
۽ پرمارٿ ڪنهن خاص ڌرم يا مذهب جي جائداد ڪانهي.
انسان آتما، دل ۽ شرير جو مرڪب آهي ۽ انهي ٽنهي ڏسن يعني
آتمڪ، دلي ۽ جسماني ۾ سندس وڪاس ٿي سگهيو.
انهيءَ ڪري جڏهن انسان جو ڌيان آتمڪ اُتيءَ ڏانهن
ٿيندو آهي ته پنهنجي اندر روحانيت جو جلوو ڏسي سگهندو.

اسانجي شرير کي ڏهه اوزار آهن:- پنج ڪرم اندريون ۽
پنج گيان اندريون، جن جو تعلق جسماني اعمال سان آهي.
دل جا چار اوزار آهن- چت (چتن يا خيال ڪرڻ جي
شڪتي) من (مئن ڪرڻ جي شڪتي) بڌي (وچار جي
شڪتي) ۽ اهنڪار (اهم ۽ پختي ارادي جي شڪتي).
انهن چئني جو تعلق عقل سمجهه جاڻ ۽ پرکڻ سان آهي ۽
گيان انهن دوارا اُتپن ٿئي ٿو. آتما جو اوزار آهي سرت
يا ڌيان ۽ سمدس کڻ آهي ايڪاگرتا. ڪرم شرير دوارا
ٿين ٿا، تميز دل دوارا ۽ خوشي آتما جي ذريعي محسوس
ٿئي ٿي. جيڪڏهن جسم دل ۽ آتما جي اندران هڪڙو ني
ٿر نڪري ته پوءِ جيڪر زندگي خوشحال ۽ آدرشي بڻجي
پوي. جسماني ورزش ڪرڻ وارو انسان پهلوان اڀجو پوي ۽
عام لوڪ هن جي عزت ڪن ٿا. دل يا عقل جي ورزش ڪرڻ
سان انسان داناءُ ۽ بڌيمان ٿئي ٿو ۽ سمدس ناماچار ڦهلجو
وڃي. آلمڪ ابياسي لکين انسان کي پرياءُ وڃهيتو ۽ سڀ
هنجي عزت ڪن ٿا. هو هر وقت خوش مزاج رهيتو ۽ شبد
جي گونجار هر وقت هنجي اندر ٻڌندي رهيتي. انهد شبد
کي اُنندي وهندي ٻڌڻ ني "سرتي" آهي، اهو ني پراڻن
دوارن گانو آهي ۽ اهو ني آتما جو آنند آهي. انهد ڌن ۾
قدرتي ڪشش آهي ۽ انهيءَ جي ٻڌڻ سان من ايڪاگر
ٿيئتو. اهو نقد ڌرم آهي جنهنکي سرت شبد يوگ چئجي
ٿو ۽ جنهنجو پيد پوري گوروءَ وٽان ملي سگهيتو.

## ظاهري ۽ اندروني ڌرم

سائنس ظاهري دنيا جو علم آهي، شريعت جسماني رهڻ سهڻ جو مضمون آهي ۽ روحانيت آتما ۽ شرير جي اندروني سمبنڌ جو گيان آهي. روحانيت ڄڻجي ٿو مالڪ جي انهيءَ ڀاڱي ۽ هن سان ميلاپ ڪرڻ جي سائنس کي. هيءَ هڪ لابيان ۽ نرالي حيثيت آهي. انهيءَ ڪري روحاني ڌرم جا سمت ڪمائيءَ ۽ مشاهدي جو مضمون آهي. جهڙين دوارن روحاني ترقي ٿيندي ۽ زندگيءَ جو رخ بدلجي ٿو. عقل ۽ بدّيءَ جي وڪاس کي روحانيت نه ڪوٺجي ڇاڪاڻ ته سچي روحانيت يا پرمارٿ اهو آهي جنهن ۾ انسان جي سمپورڻ هستي جاڳرت ٿيندي ۽ وڃي ڪل مالڪ ۾ سمائجي لي. سچو روحاني انهو حاصل ڪري آتما تجل ٿيو پري ۽ هڪ خاص قسم جي استرتا ۽ آنند پراپت ڪري ٿي. جن پيارن اهو تجربو حاصل ڪري مالڪ جو درشن ڪيو آهي انهن کي مالڪ جي هستيءَ بابت دليل ڏيڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي. حالانڪ مالڪ جي ميلاپ جو انهو عقل ۽ بدّيءَ جي دائري کان پري آهي نه ته دليل ۽ عقل جي خلاف نه آهي. جيڪي مالڪ ۾ مگن رهن ٿا سي ئي انهيءَ آنند کي پوريءَ طرح ورنن ڪري سگهن. ڇاڪاڻ ته اهو انهو دراصل لابيان آهي. هي جسماني اکين دوارن تجربو ٿي ٿو سگهي. انهيءَ لاءِ پورڻ شانتيءَ ۽ استرتا جي ضرورت آهي. سچي روحانيت واد وواد، سوچ ويچار ۽ اٽڪل سنڪل کان پري جي چيز آهي ۽ اتا آتما ۾ پرڪاش جي روپ ۾ پرکهجي ٿي لي.

ظاهري علم اصلي حيثيت کان پٺ ڀر آهي. اسين ته صرف باهرين ودّيا حاصل ڪرڻ ۾ لڳا پيا آهيون ۽ اندروني راز

کي چاڻڻ جي بلڪل پرواه نه ڪيون. جسماني تڪليف (بخار، درد وغيره) کي دور ڪرڻ لاءِ علاج ضرور ڪيون ٿا ليڪن مانسڪ روڳن جي علاج جي باري ۾ ڪڏهن سوچيون به نه ٿا. اسين ته سڄي زندگي کائڻ پيئڻ ۽ سمهڻ ۾ گذاري ٿا ڇڏيون ۽ رات ڏينهن دنيوي پدارٿن جي پراپتيءَ ۾ سرگردان ٿا رهون. پوءِ ڀلا ڪيئن پنهنجي اندر کي پسي سگهنداسين؟

”ندري آوي تس سڻ موهه،
ڪڻ مليڻي پرڀ اُبهاسي لوهه.“

(ملاول محلا ٥، ٧-٨٠١)

جيئن انسان کي ڏسڻ لاءِ ٻاهرين اکين جي ضرورت آهي، ٻڌڻ لاءِ ٻاهرين ڪنن جي ضرورت آهي ۽ ڳالهائڻ لاءِ زبان جو محتاج آهي سو روحاني نقطه نگاهه کان مُردو آهي.
پريتم کي پنهنجي اندر ئي ڏسي سگهجي ٿو. انهيءَ ڪري پنهنجي اندر جهاتي پائڻ کپي. اندران ئي سک ۽ شانتيءَ جو خزانو ملي سگهي ٿو. شبد روپ ۾ مالڪ سڀ هنڌ حاضر ناظر آهي ليڪن انهيءَ کي ٻڌڻ لاءِ دنيا جي شور غل کان هٽي پنهنجي ورتيءَ کي اندر ايڪاگر ڪرڻو پوندو. اندرين سفر پيرن سان طئه نٿي ٿو، نه اکين نظر اچي ٿو. اهي نه هٿن ڪم ڪار ٿئي ٿو ۽ نه ڪنن ٻڌجي ٿو.

”اکي باجهه وکڻا، وڻ ڪنا سڻڻا.
پيرا باجهه چلڻا، وڻ هٿا ڪرڻا.
جيڀي باجهه بولڻا، اِئو جيوت مرڻا.
نانڪ حڪم پڇاڻڪي، تئه خصمي ملڻا.“

(ماجهه وار محلا ٢، ٢-١٣٩)

تلسي داس جن ۾ رامائڻ جي بال ڪانڊ ۾ فرمائين ٿا:-

"بن پد چلي سني بن ڪانا،
ڪر بن ڪرم ڪري ٻڌهي نانا."

(تلسيداس جي)

سڀ کان پهرين اسانکي پنهنجو پاڻ کي سڃاڻڻو آهي ۽ اهو تڏهن ٿي سگهيو جڏهن اسين پنهنجي ٻاهر ڀٽڪندڙ خيال کي روڪي اندروني دنيا ۾ داخل ٿي سن اوستا پراپت ڪيون، صرف تڏهن ئي آتما پرماتما کي ڏسي سگهندي. پرمارٿ جو اصلي مقصد آهي آتما ۽ پرماتما جو ميلاپ. مهاتما ٻڌ جو فرمان آهي ته پرم ستيه جو انڀو صرف پنهنجي اندر ئي ٿي سگهي ٿو. جرمن فيلسوف شوپن هاور ۾ لکي ٿو ته سک ۽ شانتيءَ جو چشمو انسان جي اندر آهي. بائيبل ۾ به لکيل آهي ته پرماتما جي بادشاهت انسان جي اندر آهي.

The Kingdom of Heaven is within you

روحاني سفر کي طئه ڪرڻ لاءِ گهر ٻار ۽ ڪم ڪار ڇڏڻ جي ضرورت نه آهي ۽ نڪو قوم يا مذهب بدلڻ جي ضرورت آهي. دنيا جا ڪم ڪار ڪندي به اها ياترا ڪري سگهجي ٿي. پر اهي؛ جو ڀيد پوري ستگوروءَ وٽان ملي ٿو.

"نانڪ ستگر ڀيٽئي، پوري هووي جگت،
هسندا کيلندا پيندا کاوندا
وچي هووي مڪت."

(گوجري وار محلہ ٥، ١٠-٥٢٢)

دنيا کي تياڳي بن ۾ وڃڻ جي ضرورت ڪانهي. پنهنجي اندر ورتيءَ کي ايڪاگر ڪرڻ ئي سچي ايڪانت آهي.

"سر ايڪانتي جس ردا نام."

(بسنت محلہ ٥، ١٧-١١٨٠)

جن اپياس ڪري پنهنجي اندر ايڪانت حاصل ڪئي آهي سي دنيا جي پيڙ ڀاڙ ۾ رهندي به ايڪاگرتا ۾ رهي سگهن ٿا ۽ هو جڏهن وقت به چاهين پنهنجي اندر سچي استرتا جو آنند وٺي سگهن ٿا. اهڙي شانتي ۽ استرتا ٻاهر ڪٿي به نٿي ملي سگهي. جي چت جي ورتي استر نه آهي ته پوءِ جهنگل پهاڙ ۽ ندين جي ايڪانت مان ڇا وربدو؟

ڌرم کي ان حصن ۾ ورهائي سگهجيٿو، هڪڙو سماجڪ ۽ ٻيو روحاني. سماجڪ ڌرم جو مطلب آهي ڪنهن خاص سماج يا سوسائٽي ۾ ملي جهلي ورتڻ، سماجڪ نيمن ۾ سدار آڻڻ، پراڻن يادگارن ۽ وڏن ڏينهن کي ملهائڻ ۽ پڃن ڪيرتن ڪرڻ. اهو نيتي سکيا جو مارگ آهي. روحاني ڌرم جو مقصد صرف آتمڪ آهي جهڙوڪ آتما ڇا آهي؟ هنجو پرماتما سان ڪهڙو تعلق آهي؟ روحاني ڌرم جو مقصد آهي روحاني ترقي ۽ آتما جو پرماتما سان ميلاپ. انهيءَ لاءِ ته انسان هن زندگيءَ ۾ ئي سيني ٻندنن کان آزاد ٿي ايشوري انڀو پراپت ڪري مالڪ ۾ لين ٿي وڃي.

انسان سماجڪ پراڻي آهي ليڪن سماج جو بنياد روحاني ترقيءَ تي ٻيٺل آهي. جهڙي طرح شرير جي سوڀيا صرف آتما جي ڪارڻ آهي ۽ آتما بنا، شرير بيڪار آهي اهڙي طرح آتمڪ اُنتيءَ جي دوارن ئي سماج جو شان ٻڌجي ٿو ۽ جتي اها آتمڪ اُنتي نٿي اتي تنگدلي، تعصب ۽ خود غرضيءَ جو دؤر زور وٺي ٿو ۽ مت متانتر جي وچ ۾ دشمني ۽ جهڳڙا ٿيو پون.

اڄ ڪلهه سماجڪ ڌرمن جي ڪمي ڪانهي. ڪمي آهي ته روحاني ڌرم جي. انسان کي پنهنجي اصلي جوهر جي ڄاڻ هئڻ ضروري آهي ۽ جڏهن انهيءَ جي سوجهي پئي

لي ته ٻيءَ هوچاهي ڪرسٽ ۽ رهي چاهي سياس ۽ ڪجهه فرق نه پوي. سنتن مهاتمائن جو اصلي اُپديش آتمڪ آهي. هو ڪنهن نه ڪنهن سماج ۾ ضرور رهندا پر انهن جو اصلي مقصد آهي غافل ۽ اڄيت آتمائن کي جاڳائي، سرو شبد يوگ جو ابياس ڪرائڻ. انهيءَ ڪري هو قومي ۽ مذهبي جهڳڙن ۽ ٻکيڙن کان هميشه دور رهندا. هو نه ڪو نئون دين يا ڌرم جاري ڪندا ۽ نڪو ڪنهن پراڻي ڌرم يا مذهب کي ٽوڙيندا.

سڀني ڌرمن جي بنياد ۾ سرت شبد جي ابياس جي هدايت آهي. پر اها ڳالهه گم ٿيندي ٿي وڃي ۽ صرف الهيءَ جي ٽوڪ رهجي وڃي آهي. سنتن جي سکيا ڪنهن گرنٿ پوٿيءَ يا ڪرم ڪانڊ جي نيمن سان تعلق نٿي رکي. سندن سکيا جو زور آتمڪ اُنتي ۽ آتمڪ منڊلن جي چڙهائيءَ تي آهي جنهن جي سوجهي صرف ستسنگ ذريعي پئجي سگهي ٿي. هي سکڻ ۽ پڙهڻ جو مضمون نه آهي. جڏهن آتمڪ آنند اندر ۾ حاصل ٿيندو ته من الهيءَ ۾ مگن ٿيو وڃي ۽ آتما کي شانتي ملندي. جڏهن اها اوستا قائم ٿي وڃيندي ته پوءِ ڪال ۽ مايا جو قانون ۽ نٿو اثر ڪندو. سنتن جي سکيا در اصل آتم گيان آهي جو ٻيا لکڻ پڙهڻ جي ٻاراڻپ ڪجهه ٿو. سنتن مهاتمائن جي جيون ٿي اظهر وڃي ٿو ڏسو ته هنن آتمڪ گيان ۾ ڪيڏي نه ڪماليت حاصل ڪئي! مختلف قومن ۽ مذهبن ۾ رهندي ۽ سندن اصول هڪ ٿي رهيو آهي جنهن ۾ ڦير ڦار جي ڪا گنجائش نه آهي. سنتن جو ڏيان رسمن رواجن ۽ ڪرم ڪانڊ جي جهنجهٽن ڏانهن نٿو وڃي. هو جيون کي روحاني راه ڏيکاري مالڪ سان ملائين ٿا ۽ نه ڪ مالڪ کان وڇوڙين ٿا.

”تو براءِ وصل ڪردن آمدي،
نہ براءِ فصل ڪردن آمدي.“

(مولوي روم)

اها سگهيا قدرت جي اِهن نعمتن جهڙوڪ روشني، هوا ۽ پاڻيءَ وانگر سڀني لاءِ مفت آهي.

## سائنس ۽ ڌرم

سائنسدان عام طور سمجهن ٿا ته ڌرم صرف هڪ وهم آهي (Bundle of superstitions) ۽ انسان مذهب کانسواءِ به آرام ۾ اهڙيءَ ريت زندگي گذاري سگهندو، جهڙو ڌرم کي پالن ڪرڻ سان. سائنسدان جن جو ڌرم ۾ وشواس ڪونهي سي هوڪا ڏيندا ورن ته ڌرم آهي انسان لاءِ هڪ قسم جو آفيم (Religion is the opiate of the people) ۽ ٻئي طرف جيڪي ڌرم جي ٽيڪ وٺن ٿا سي چون ٿا ته سائنس وناش ۽ بربادي‌ءَ جو سامان پيدا ڪيو آهي ۽ دنيا ۾ لڙائي ۽ بي چئني ڦهلائي آهي. وگيانين جو راءِ آهي ته انسان ۾ من پرڌان آهي ۽ جي من کي ٽيڪ رکيو وڃي ته بوهه آلما (جيڪڏهن ڪا اهڙي چيز آهي به) پنهنجو پاڻ ٽيڪ رهندي. هنن جي برار ٿنا آهي ”هي مالڪ! (جيڪڏهن ڪو آهي) منهنجي آلما (جيڪڏهن ڪا آهي) جي شار لهه..“ هنن کي آلما ۽ پرماتما ٻنهي جي هستيءَ ثابت سند ۾ آهي.

سنتن مهاتمائن جو اپديش آهي ته آلما شرير روپي قيد ۾ قائل آهي ۽ چنچل من انهيءَ جو چوڪيدار آهي. انهي ڪري انساني زندگيءَ جو اُتم آدرش صرف اهو ٿي ٿي سگهندو ته آلما کي انهيءَ قيد مان ڇڏائي پرماتما سان ملائجي

سمجھڻ لاءِ اھا ھڪ ذاتي تجربي جي چيز آھي. انھيءَ آزاديءَ
کي ڇنڊي ڏو مڪتي. ڪيترا ماڻھو مڪتيءَ جو اصلي ارٿ ٿا
سمجھن ۽ مثال ڏيئي چوندا آھن ته پکي وانگر پڃري لنگھڻ،
اولاد جو سمنڊ ۾ ملڻ وڃڻ يا جوت جو جوت ۾ سمائجڻ آھي
مڪتي. پر دراصل ته ۽ من جي بندن مان مڪت ٿيڻ جو نالو آھي
مڪتي. تعلق ۾ لاتعلق ۽ لاتعلق ھوندي به سڀ تعلق نڀائي رکڻ،
انھيءَ اوستا کي سمت سڏين ٿا مڪتي. پرمارٿ جو پھريون ڏاڪو
آھي گورو پڪڙي ۽ پوءِ نام ڄپي جنھن دواران مڪتي حاصل
ٿيندي. ھن جيئري ئي مڪتي حاصل ڪرڻ جو مضمون آھي
۽ ڏڙدام ٻڌجڻ جو واحد مارگ.

"حافظا خلدِ برين خانهٔ موروثِ ما است."

يعني:- اي حافظ! مقامِ حق يا سچکنڊ انسانجو موروثي
گھر آھي.

جيڪڏھن سائنس ۽ ڌرم جي نظرن ۽ انھن جي مختلف
دائرن کي وچار ڪري نه معلوم ٿيندو ته ٻنھي جي وچ ۾ گھرو
سمبنڌ آھي. سڀني جاندار جيون (جنھن ۾ انسان به اچي
وڃي ٿو) کي وايو متبدل جي ٻنھي قسمن جو ٻرياءُ ٻوليو-
ھڪ اندريون ۽ ٻيو ٻاھريون. انھن ٻنھي جي ڪاھ حد مقرر
ڪانھي ۽ سڀ سنسار ۾ وياپڪ آھن. انسان ۾ عقل ٻڌي
۽ گيان آھي ۽ اھي وسيلا ٻين جاندارن ۾ ڪونھن. انھن
دواران انسان پرڪرتيءَ تي وڃي پائي ٿو. جيستائين انسان
جي اندروني ۽ ٻاھرين اوستائن ۾ ايڪتا رھندي ٿيستائين
ھو خوش رھندو يعني جيستائين سڀ ڪجھ اسانجي مرضيءَ
مطابق ٿيندو اسين خوش رھون ٿا. پر اھو اسانجو عام تجربو
آھي ته اھا ايڪتا جي حالت گھڻو وقت قائم نٿي رھي.
اھي اوستائون لڳاتار قائم نٿيون رھن ۽ ٻيون ڦرن

ن • ايڪتا يا يڪسوئيءَ جي اوستا کي پراپت ڪرڻ لاءِ
ن انهي طرف ڪوشش ڪرڻو. هڪ ته دنيوي پدارٿن
اڻو ضابطو رکڻ ٿو چاهي جو مرضيءَ موجب انهنکي
، آڻي سگهي ۽ ٻئي طرف سندس اها به ڪوشش آهي
پنهنجن اندرين ڀاونائن تي سندس اڻو ڪنٽرول رهي
ٻاهرين حالتن جي ڦيرگهير جو مٿس اثر نه ٿئي. ٻهرين
وشش اسانکي سائنس جي دائري ۾ ڪٿي ٿي وڃي ۽ ٻي
ڌرم جي. ٻرقي ڪرڻن (Electrons) کان وٺي ستارن تائين
ــڪي ڪيتي هن سنسار ۾ نظر اچيٿو سو سائنس جي دائري
اچي وڃيٿو. انهن ڀوتڪ پدارٿن دوارن جيڪي اسانجي
ر جذبا ۽ امنگ اٿن ٿا سي به سائنس جي کوج جي
ائري ۾ اچي وڃن ٿا. انهيءَ دائري جي اندر اسين هرهڪ
يز کي پنهنجي حواسن دوارن ڏسي پڌي ۽ سگهي سگهون
ا • پر اندر جي دنيا نرالي آهي. اتي اسانجون اندريون
ڇي نٿيون سگهن. ڇو ته سائنس ۾ مقدار (Quantity) ٿئي
مثال طور به اڌ روٽيون گڏيون ته هڪ روٽي ٿيندي پر
اڌوري عقل وارا گڏبا ته کو پوري عقل وارو نه ٿيو.
ته سائنس ۾ جاچ پرتال لاءِ ٻاهرين ساز وسامان مان گهٽي
گهٽيتي ۽ جن جي دوارن ان بابت گهٽيئي تجربا
گهجن ٿا. سائنس جي تجربن ۽ نتيجن کي اسين
ونتا. انهن سيدي سببن ڪري سائنس جي هن
عزت آهي. سائنس جا نت نوان تجربا پيا ٿين
ا رهندا. دراصل، انهن جو نه کو انت
ڌرم جي رسائي ڌر ڌام تائين آهي ۽ اهڙا
ءِ منزل تائين رسائي حاصل ڪئي آهي. ڌرم
اندر دائمي خوشي، پوتا ۽ من تي
خوشيءَ جا انت پيدار انسان جي اندر

آهن جنکي ٻاهر سان من جون واسنائون ختم ٿيون وڃن ۽ اهڙي
ساڌڪ کي ڪنهن سر لڪائڻ واسطي جهوپڙيءَ ۾ نه ڇپجي نه ٿو، هر
ٻرس ڇپ رهيو. ڌرم جي مارگ ۾ ڪٺنايون رڪاوٽون
آهن. سڀ انسان جن ۾ سنت مهاتما به اچي وڃن ٿا ڏکيا
ٿياپن ٿا. موت کانپوءِ سندن سگهيا ۽ سنديش ۾ ڪٿين
من گهڙت ڳالهيون ملائي انکي موڙ ۽ ڦيرو ڏنو ويو. سنتن
جي رسائيءَ ۽ اڄ مان سائنس جي ايجادن وانگر اسين
فائدو نٿا وٺي سگهون ڇاڪاڻ ته اسان وٽ ڪوبه اهڙو
جسماني معدو ڪونهي جنهن ذريعي اسين روحاني رسائي
۽ تجربن کي سنسار جي سامهون رکون جيئن سائنس ۾ ريڊيو
ذريعي سڄي دنيا سان لهه وچڙ ۾ اچي سگهبو يا هوائي
جهاز تي سوار ٿي وشو جو سير ڪري سگهبو.

سنت جي رسائيءَ کي سمجهڻ لاءِ اسانکي خود هن
شريرروپي پريوگ شالا (Laboratory) ۾ اندر وڃي سنتن
جي هدايت انوسار پنهنجو تجربو ڪرڻو پوندو ۽ اهو تجربو
هر ڪنهن کي الڳ الڳ پنهنجي اندر ڪرڻو پوندو،
يعني روحاني تجربو شخصي يا ذاتي آهي. اهو ئي ڪارڻ
آهي جو روحانيت جو ثبوت مندرن، مسجدن، گردوارن،
گرجن، گرنٿن پوٿين ۽ سمرتين مان نٿو ملي سگهي. روحانيت
جي ثابتي صرف اهي زنده مهاتما آهن جن پرماتما جي
هستيءَ جو ذاتي تجربو ڪيو آهي ۽ هر وقت ڪن پيا.
جڏهن هو اهڙو انڀو حاصل ڪندا ته پوءِ دنيا هنکي ٿي
معلوم ٿيندي. انهيءَ انڀو کي ٻاهر لاءِ جيئن سائنس جا اصول
آهن تيئن روحانيت جا به اصول آهن جهڙوڪ سچ ۽ پوتر
زندگي، هوشياريءَ سان من کي ٻاهرين رڪاوٽن، اندرين
واسنائن ۽ سنسار جي ڦرندڙ حالتن جي اثرن کان

اپنائڻ. سائنس جي تجربي ڪرڻ کان ٻاهران اسين تسلي ڪندا
آهيون ته سڀ اوزار صاف آهن، انهن تي ڪنهن ٻاهران
ناموافق چيز جو اثر ته ڪونهي ۽ ٻاهرين ميل ميلاپ کي
ڇڏي سڀ دروازا بند ڪري ڌيان کي ايڪاگر ڪري
انهيءَ تجربي کي ڪندا آهيون. اهو عام ڏٺو ويو آهي ته
عام ماڻهو پراڻين رسمن کي مڃڻ ۾ پاڻ فخر ٿا وٺن. پراڻا
سڪا ڀوءِ اهي ڪٽي ڪيترا قيمتي يا اتهاسڪ هجن، نئين
ٽڪسال ۾ وڃڻا ٿي پوندا، جي انهيءَ موجوده سرڪار
جي راج ۾ هلائڻو آهي. انهيءَ ڪري اڄ اهو اهم ضروري
آهي ته ويهين صديءَ جي دنيا اڳيان ٻاهر سکي ۽ ان معنيٰ
رسمن کي ڇڏي سڌي صدي ۽ ٺوس روحانيت جو آدرش
رکيو وڃي. اڄ ڪلهه مختلف مت متانترن جي پوئلڳن ۾
جيڪا تنگدلي ۽ دشمني نظر اچي رهي آهي اها انهن
مذهبن جي ٻڌايا ڪندڙن جي سکيا جي ڪارڻ ڪانهي
ٻلڪ انهيءَ سبب جو اسين انهن جي سچي تعليم کان
ناواقف آهيون ۽ سوار ٿيٺي، اڳيان ۽ تعصب سان ڀريا
ٻڌا آهيون.

## تن پرستي ۽ ايشور پوڄا

انسان چيتن آتما ۽ جڙ شرير جو مرڪب آهي. جيتري قدر هو جڙ آهي، (١) جڙ لئہ جا قانون هن سان لاڳو رهندا. جيتري قدر هو جاندار آهي، (٢) جسم جا قانون هن سان لاڳو رهندا ۽ جيتري قدر هو چيتن آهي اوتري قدر (٣) چيتن جاندارن جا قانون انسان سان لاڳو رهندا جي ڪيس پهنجي پالن پوشن ۽ آرام جي لاءِ ٻين ڪرڻ لاءِ پراڻا ڏنن لا. جيستائين منش انهن جي دائري اندر ويٺو آهي ليستائين دکن سان گهيرائل رهندو. جڏهن انهيءَ ڪان مٿي آتما سان لعاق جوڙيندو تڏهن ئي هو سک جو پڳدار ٿي سگهندو. ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

> ” دپهہ ڌر سکيا ڪوئي نہ ديکا،
> جو ديکا سو دکيا هئہ. “

انهيءَ پاري مهاتما پڌ جو بہ ڪٿن آهي تہ جسماني زندگي دک روپ آهي.

Physical life is all misery.

---

نوٽ:- (١) جڙ لئہ جا قانون آهن:- (١) ڪشش (٢) لڳاو (٣) ٿهرائي (۴) پرواهہ شڪتي.

(٢) جسم جا قانون:- (١) پالڻ پوشڻ (٢) وڌڻ (٣) وڪاس (۴) آلر وستار.

(٣) چيتن جاندار جا قانون:- (١) اُڃ (٢) بک (٣) اي چٽي محسوس ڪرڻ.

هر وقت پنهنجي شرير کي سجائڻ ۽ سنوارڻ ۽ انهيءَ جي پرورش ۾ لڳو رهڻ سچ پچ بت پرستي آهي ۽ پنهنجي اندر آتما کي سڃاڻي ۽ سينگاري پرماتما سان جوڙڻ جو نالو آهي خدا پرستي يا ايشور پوڄا. پر اسين انهيءَ طرف ڪو ڌيان ڪونه ٿا ڏيون. انتري قدر جو اسانکي سرجهي ئي ڪانهي ته آتما جو پالڻ پوشڻ ۽ سينگار ڪيئن ٿيندو آهي؟ درحقيقت شرير کان اول آتما جي سينگار جي ضرورت آهي ڇاڪاڻ ته شرير آهي گهر ۽ آتما آهي ان ۾ نواسڻ. رڳو گهر جي صفائي ۽ ٺاهه جوڙ مان ڪهڙو فائدو، جڏهن انهيءَ ۾ رهندڙ بکيو پياسو ۽ بي هوش پيو هجي! ٻاهرين گهر ۾ رهندڙ ۽ پوءِ ئي گهر جي ضرورت آهي. پر اسين پنهنجي اصليت کي ڀلائي شرير روپي گهر جي محبت ۾ اهڙا مدهوش ٿي ويا آهيون جو پاڻکي انهيءَ گهر جون ديوارون ۽ ڇت سمجهي ويٺا آهيون يعني گهر ۾ رهندڙ خود گهر بڻجي پيو آهي. جيڪڏهن اسين هن گهر کي سندر ڏسڻ ٿا چاهيون ته پوءِ اسانکي انهيءَ جي اندر رهندڙ آتما کي سندر بنائڻ کپي. هن گهر کي ڪير قائم رکي سگهندو؟ هي گهر ته روز پيو بدلجي ۽ وڃيتو ڏينهون ڏينهن پراڻو ۽ بيڪار ٿيندو. هي هميشه هڪجهڙو نٿو رهي ۽ هڪ ڏينهن ضرور هنکي ڇڏڻو آهي. تون آتما آهين نه ڪ شرير. شرير استر نه آهي. انهيءَ ڪري شرير جي مناسب ديک ريک ڪندي پنهنجي آتما جي بيڪ (جا پنهنجي ٻين جي وچ ۽ اکين جي پٺيان آهي) شونيتر ۾ لڳاءِ ۽ ڪنهن ڪمائي واري مهاتما جي سکيا انوسار انکي پرماتما سان جوڙ.

”ڪوئي جن هر سڱ ديوي جوڙ،
چرن ڪهڻ، اڪٺ شب رسنا، ديجي پران اڪرر.“
(جنتسري محل ٥، ٦-٧٠١)

انهيءَ لاءِ نه آتما. پرماتما جو رنگ پڪڙي سگهندو ۽ پرلو ٿي پوي. پهرين. پنهنجي آتما کي خوراڪ ڏيڻ کپي ۽ انهيءَ ڪانپوءِ جسم کي. انهن ڪرڻ سان اسانجي اندر آتمڪ گڻ پيدا ٿيندا. انهيءَ لاءِ اهم ضروري آهي ستسنگ يعني سچ جو سنگ. اهو تڏهن ڪامل پرش جي صحبت جڏهن جي آتما پرماتما سان ملي. سندس دلاري ٿي چڪي آهي. اهڙن روحانيت جي صاحبن جي صحبت ڪيو ۽ پنهنجي آتما کي ڪل مالڪ سان جوڙي رکو.

ڪايا اهاتي سندر آهي جنهنجي اندر آتما پنهنجي پتي پرماتما الوا شبد يا نام سان جڙيل رهيتي. انهيءَ ملاپ دواران ٿي آتما کي سچو سهاڳ ملندو پوءِ شرير ڀلي ڀا رهي لنهنجو ڪو فڪر نٿو رهي ۽ اهو سڀ پد صرف ستگورو شبدا دواران گورمک بڻجڻ سان ملندو. اهو آتمڪ ڌن، عقل ۽ چترائيءَ سان حاصل نٿو ٿي سگهي ۽ صرف پرماتما جي ڪرپا دواران ملندو.

”ڪايا ڪامڻ اتي سهائو، پر وسي جس نالي ؛
پر سچي لي سدا سهاڳڻ گر ڪا شبد سمائي.“
(سوهي محله ۳، ۷۵۴-۵)

”گرمک هووي س ڪانيا کوجي،
هور سڀ پرم ڀلائي.
جسدو ديهي سوني جس پاوي،
هور ڪبا ڪرڪري چترائي.
سا ڪانيا جو ستگرو سيوي، سچي آپ سواري.
ون ناوي در ٻوني ناهي، تا جم ڪري خواري.
نانڪ سچ وڏيائي پالي، جسدو هر ڪرپا ڌاري.“
(سوهي محله ۳، ۷۵۴-۱۴)

## آدرشي عالمگير (وشو وياپي) ڌرم

اڄ اسانکي ڇا جي ضرورت آهي؟ ڇا اهڙو هڪ نئون عالمگير ڌرم جنهن ۾ سيني ڌرمن جي خاصيتن ۽ سادن جو سار هجي، ناهيو وڃي؟ اهو هڪ محض خيال آهي جو تائين ڀو ثواب نہ ٿي سگهيو آهي. ڪهڙي شريعت کي ڇڏجي ۽ ڪهڙيءَ کي اپنائجي! ماڻهن جو طبيعتون مختلف ۽ سوچڻ جا طريقا مختلف ۽ هرڪو پيو سمجهي تہ منهجو طريقو نيڪ آهي. سنسار ۾ ويچارن جو ميل ۽ فرق رهندو. سيني کي هڪ خيال تي آڻڻ مشڪل تہ لڳي پر دراصل سيني انسانن جو پاڻ ۾ روحاني رستو (Divine Link) آهي جنهنکي دنيا جي ڪا شڪتي ٽوڙي نٿي سگهي. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ رسمن ۽ رواجن ۾ فرق آهي پر اصلي حقيقت سيني ڌرمن ۾ ساڳي آهي. انهيءَ مشڪلات جو هڪڙو ئي حل آهي ۽ اهو اهو تہ روحانيت کي هڪ سائنس جي روپ ۾ سنسار اڳيان پيش ڪجي. رسمون، رواج ۽ شريعت پلي هرڪنهن جي پنهنجي پنهنجي رهي پر هن روحاني سائنس کي هرڪو عملي روپ ڏئي ۽ پنهنجي شرير جي اندر آتما کي پرماتما سان ملائڻ جو تجربو حاصل ڪري. هرڪنهن انسان جو شخصي مذهب آهي سندس آتما جو پرماتما سان جوڙڻ جو تجربو.

”نانڪ، ساچي ڪئہ سچ جاڻ.“

(سري راگ محلہ ٣، ١٨-١٥)

ڌرم انهيءَ سچ سان جوڙڻ جو نالو آهي. مهاتمائن پنهنجي آتمائن کي پريوءَ سان جوڙيو ۽ انهن تجربن يعني روحاني منڊلن تي حاصل ڪيل انيو کي ڌرمي گرنٿن پوٿين ۾ وزن ڪيو آهي. انهيءَ ڪري ڪنهن بہ گرنٿ پوٿيءَ يا مت متانتر

ڪي ڪرڻو نہ سڏيو. ڪرڻو اهو آهي جو گهرائيءَ ۾ نہ وڃي ويچاري ڏسو.

” پيد ڪتيب ڪهہ مت ڀوليءَ،

ڀوليا جو اسان ويچاري.“

(پرياتي ڪبير ۴، ١٣٥٠)

جن گورمکن مالڪ سان ميلاپ جو اهو انڀو ڪيو آهي سي سڀني سان پيار ڪن ٿا. هو پرماتما کي سڀني جو پتا ۽ انسان کي ڀائي ڀائي Fatherhood of God Brotherhood of Man هئڻ جي جذبي کي محسوس ڪن ٿا. جيڪي دشمني ۽ الڳ رهڻ جي سکيا ڏين ٿا انهن لاءِ پڪ ڄاڻو تہ مالڪ جي ميلاپ جو انڀو ڪونہ ڪيو اٿن. اساڻي آتما کي جيڪو مالڪ سان وصال جوڙائي انهو لئي تہ سولي اساڻو اصلي ڌرم آهي. ڌرمي پستڪن ۾ جن روحاني انڀون جو ذڪر ڪيل آهي لکي جيستائين ستگروءَ جي سهائتا سان پنهنجي اندر نہ ڏسو لبئين انهن ڪتابي انڀون کي اسين پنهنجو ڌرم سڏي نہ سگهندا سين.

” ڪيسي ساهي جي هر نہ وياهي.“

•

انسان کي پرماتما پنهنجي شڪل لي ناهيو آهي. انهيءَ ڪري انسان کي پنهنجي مالڪ سان ملي مڪمل ٿيڻ جڳائي. اسانکي اهڙي ڌرم جي ضرورت آهي جنهنجو انيو مالڪ جي ميلاپ دواران پرايت ٿيو وڃي.

جيڪڏهن اسين سڀني گرنٿن پوٿين جي چڱي طرح جاچ پڙتال ڪنداسين تہ خبر پوندي تہ انهن ۾ مهاپرشن پنهنجي ذاتي تجربي جي انڀوڻ کي قلمبند ڪيو آهي. سڀني ڌرمن جي

سرِ با ڪمدڙن انسان جي روحاني زندگيءَ جي پهلوءَ کي سامهون رکيو آهي ۽ انهيءَ ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته انسان جي اندر اهڙي ڪا چيز آهي جا شرير وانگر پداجي نٿي. هرهڪ انسان کي پنهنجي روحاني زندگيءَ جو وڪاس ڪري انهيءَ چيز کي جاڻڻ کپي جا لافاني آهي. انسان جي زندگيءَ جو مقصد دنيا ۾ پوڄا ولاس ڪونهي بلڪ انهيءَ ستيه جي پراپتي آهي جو هرهڪ انسان جي اندر موجود آهي. سڀئي گرنٿين بولين ۾ انهيءَ اندروني روحاني زندگيءَ جي وڪاس ڪرڻ ۽ پرم ستيه جي ڳڻن کي گرهڻ ڪرڻ جي سادنن جو ذڪر آهي. ڪوبه سچو مذهب جو بوتلڪ انهن ڪڍهن ڪونه چوندو ته ڌرم صرف اعتقادن ۽ رسمن جو هڪ مجموعو آهي. سڀئي ڌرم انهيءَ سچ کي جاڻڻ لئي پنهنجو اصلي مقصد سمجهن ٿا.

” نانڪ، ساچي ڪمہ سچ جاڻ.“

(سري راڳ محله ٣، ١٨-١٥)

مت متانتر ڀلي ڪئي سوان هجن ليڪن منزل سڀني جي مالڪ سان ميلاپ آهي ۽ سڀني جي بنياد ۾ هڪ ئي ساڳيو اصول ڪم ڪرندو جو آهي نام يا شبد جي سادنا. اسانجو آتم ڪاياڻ آهي پنهنجيءَ آتما کي شبد سان جوڙڻ ۾. انهيءَ کي سرت شبد يوگ به چئجي ٿو. اسانکي سڀني ڌرمن ۽ مذهبن جو پرلم ۽ پيار سان چنتن ۽ ابياس ڪرڻ جڳائي ۽ انهن جي اندر بنيادي اصول کي هميشه سامهون رکڻ کپي. انهيءَ لاءِ نه ڌارمڪ جهڳڙا دور لئي ۽ اسانجي دلين ۾ سڀني ڌرمن لاءِ عزت پيدا ٿئي. جاڪاڻ ته منزل سڀني جي ساڳي آهي انهيءَ ڪري اسانکي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جي سڀني سنتن ۽ مهاپرشن لاءِ سنمان رکڻ کپي.

جنهن کي ته پرماتما هڪ اهڙو گرنٿ آهي جنهن جي اولي
لا بيان ۽ لاانتها آهي ۽ ويد انجيل قرآن شريف، گرو گرنٿ صاحب
۽ ٻيا ڌرمي گرنٿ سڀ انهيءَ ڪتاب جا صفحا آهن
جي هيلتائين لکيا ويا آهن ۽ هن ڪائنات ۾ بيشمار
صفحا لکيا ويندا. سڀيئي سنت مهاتما جن مالڪ جي پراپتي
ڪئي، جيڪي موجوده آهن ۽ آئينده ايندا انهن سڀني
کي اسين نمسڪار ڪريون ٿا. اڄ هن جڳ ۾ پولڪ سنسار
۾ به اسين ڌرم جي باري ۾ ڪافي چرچا ٻڌي رهيا آهيون.
سڀني ڌرمن جا سميلن ٿين پيا. انهيءَ باري ۾ ڪيئن ڪتاب
لکيا پيا ۽ ڌرم جي سچي اصليت ڄاڻڻ اسانجو ڌيان
ڇڪايو ٿو وڃي. سچائي ۽ اخلاقي قانون ڪي جي سڀني
مٿن ۾ ساڳيا آهن، تنهنجو بلند آواز سان پرچار ڪيو ٿو وڃي.
جنهنجو اصلي مقصد آهي آتما جو پرماتما سان ميلاپ جو تجربو
ڪرڻ، جو مستقبل ۾ وڃي عالمگير روحاني مذهب ٿيندو.
هن ڌرم ۾ سڀ ماڻهو پنهنجي پنهنجي سوسائٽيءَ ۾ رهندي
به اهو تجربو ڪري سگهندا ۽ هر زماني جي سنتن مهاتمائن
رشين منين جي عزت ڪندا. اهو عالمگير يا وشو وياپي
ڌرم آد کان هلندو آيو آهي ۽ ايترو ئي پراچين آهي جيتري
هيءَ دنيا.

## پنهنجي اندر جهاتي پائڻ

اي انسان! تون ڪيستائين مٽيءَ جي ٻاهرين چنسالي، شڪل ۽ صورت تي موهت ٿي ڀليل رهندين؟ ٻاهران ڏيان هٽائي تون مٽيءَ جي اندر جيڪو ٻاٽي آهي انهيءَ ڏانهن نگاهه ڪر. ظاهري شڪلين سان تون ڪيترو وقت موهه رکندين؟ حقيقت جو ڳولائو ٿي ۽ انکي پنهنجي اندر تلاش ڪر. جسماني شڪليون سڀ فنا آهن صرف حقيقت ئي قائم دائم آهي. ٻاهرين صورتن کي ڏسي انهن ۾ اٽڪو مٿو ٿي وڃو آهين جو تون حقيقت يا پرمارٿ کي بلڪل وساري ويٺو آهين. عقلمند اهو آهي جو سڀ مان موتي ڪڍي وٺي چاڪاڻ سپ نه صرف ٻاهريون ڇلڪو آهي جو قيمتي موتيءَ جي حفاظت لاءِ بنايو ويو آهي. انهيءَ ڪري پنهنجي اندر جهاتي پائڻ جڳائي. سنتن مهاتمائن جي انمول ٻاتيءَ جي خزاني کي کولي ڏسو ته انهيءَ ۾ آتما لاءِ ڪيڏي نه خوراڪ موجود آهي جا کائي اسين ترپت ٿي سگهون ٿا. گورو ارجن صاحب جن فرمائين ٿا:-

"پيئو دادي دا کولي ڊٺا خزانا،
تا ميري من ڀئيا نڌانا."

( ڳوڙي محل ٥، ١-١٨٦ )

اي انسان! تون ڏس ته تنهنجي ڪايا ڪهڙي نه خوبصورت آهي. تنهنجي جسم ۾ هٿ پير وغيره عضوا آهن پر انهن سڀني ۾ اکين جو رتبو ٻين کان اوچو آهي. انهيءَ ڪري سندن ڪارڻ به اوچو آهي. جڏهن ڪو خيال اُٿي ٿو ته هڪ ڪن ۾ اکين ۾ سوين جهان اُلٽ پلٽ ٿيو وڃن. اکيون آهن آتما جون ڪڙڪيون جن سان آتما هن سنسار جو ديدار ڪري ٿي. Eyes are the windows of the Soul سن جي

استرنا پڻ اپنيشدي پنهنجي جو اظهار اکين مان مليتو. آتما جو پرڪاش اکين ۾ رهيتو. انهيءَ ڪري اکين دوارا انسان جي اندروني جذبن جو اثر پئن ٿي پوندو. اکين جي اولي آهي عجيب، هڪ بي زباني زبان! اشاري اشاري ۾ اکيون اهي داستان ليرن پڌائين جي لا بيان آهن.

جاڳرت اوستا ۾ آتما ۽ من جي بيٺڪ اکين جي پوپٽن رهيتي. ڪنهن الڏي ڪي سڏيو نه هو اکين ٿي زور ڏيئي چوندو ته ها پاڻي! سمي ۾ اها بيٺڪ ڳلي ۾ رهيتي ۽ گهري ننڊ ۾ ناڀي يا دل ۾. اسانکي جاڳرت اوستا کان اوچي حالت ۾ وڃڻو آهي ۽ نه ڪ هيٺين. انهيءَ ڪري سنتن جو مارگ اکين کان متي لڳو شروع ٿئي. انساني سرير يا پنڊ، برهمانڊ جو نمونو آهي.

”جو برهمنڊي سو ئي پنڊي، جو کوجي سو پاوي.
پيپا پرڻوي پرم تت هئي، ستگر هوءِ لکاوي.“

(ڏنا سري پيپا ١٥، ٦٩٥)

جيڪو شرير جي کوج ڪرڻتو سو هن سنسار ۽ انهيءَ کان متي جي رچنا جو گيان حاصل ڪرڻتو. رچنا جا چار حصا آهن. (١) پنڊ (٢) انڊ (٣) برهمنڊ ۽ (٤) سچکنڊ.

برهمانڊ جو برهم ڳالهين حصو پرلئه وقت ڊهي پوي ٿو. سچکنڊ يا مقامِ حق ابدي ديس آهي جو پرلئه ۽ مها پرلئه جي اثر کان پري آهي. اهو امر پد سنتن جو نج ڌام ۽ سنسمت جو لکش آهي. ”برهمانڊ“ جي ڇهن چڪرن جو عڪس ”انڊ“ جي ڇهن چڪرن ٿي پوي ٿو ۽ انڊ جي ڇهن چڪرن جو عڪس پوي ٿو پنڊ جي ڇهن چڪرن ٿي. جهڙي طرح سج جو پاڇو جڏهن پاڻيءَ ٿي پوي ٿو ته اٿي سج جي شڪل نه نظر اچيتي پر اُن ۾ نه گرمي ۽ نه پرڪاش

هوندو آهي. پر پاڻيءَ وارو عڪس جڏهن ديوار تي پوي ٿو ته انهيءَ ۾ سج جي شڪل نظر نٿي اچي صرف معمولي جهلڪ هوندي آهي.

پڻ (شرير) جا ڇهه چڪر اکين ڪاڻين ختم ٿي وڃن ٿا. اهي ڇهه چڪر آهن:- (١) گدا چڪر (مول آڌار) (٢) اندري چڪر (سوادشٽان) (٣) ناڀي چڪر (مني پور) (۴) هردي چڪر (اناهت) (٥) ڪنٺ چڪر (وشڌ) (٦) نيتر چڪر (آگيا) جو اکين جي پويان آهي.

يوگي جن شرير جي انهن ڇهن چڪرن جو اڀياس ڪري مٿي اچن ٿا. ٻهران نيتي، ڌولي ۽ بستي دواران شرير جون سڀ غلاظتون صاف ڪندا آهن، پوءِ پهرين ڌيان کي مول آڌار يا گدا چڪر جنهنکي ڪڏهن ڪڏهن ڇڪر به چئجي ٿو ان ۾ ايڪاگر ڪندا آهن، پوءِ پهرين ڪنڊليني کي جاڳرت ڪري پٺيءَ جي ڪنڊي سان جوڙيندا آهن. اهڙي طرح اڀياس ڪندي سڀني چڪرن کي خالي ڪري آگيا چڪر، جو اکين جي پويان آهي، ۾ پهچن ٿا. اهو اڀياس نهايت مشڪل آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ۾ پراڻايام ڪرڻو پوندو جو گرهستي يا ڪمزور انسان نٿو ڪري سگهي. سنت مهاتما پراڻايام جو سادن نه ڏسيندا آهن ۽ سواسن جي لوڳ جو اپديش نه ڪندا آهن. اهي ڇهه چڪر برهمانڊ جي چڪرن جي عڪس جو به عڪس آهن. انهيءَ ڪري سنت انهن جو اڀياس نه ڪرائيندا آهن ۽ روحاني چڙهائي اکين جي پويان شو نيتر کان شروع ڪرائيندا آهن. هنجو اپديش آهي ته آتما جي بيٺڪ تي خيال رکي مالڪ ڏانهن مخاطب ٿي سندس نام جو پريم سان سمرن ڪيو. ائين ڪرڻ سان آتما سميٽجي انهيءَ نقطي تي ايندي ۽ اندر پرڪاش نظر ايندو.

" ايڪ محل دو باريان شـو شڪتي سلطان ،
ڪڙڪي ڪول ديدار دين بهت بڙا ان مان."
( جنم ساکي ملي ڪي گوشت )

ڪبير صاحب فرمائين ٿا:-

" دونون تل اڪ تار ملائو تب ديکو گلزارا هئه."

ڀڳهي اکين جي تـرن جي جوت شو نيتر ۽ جنهنکي Third Eye يا مسلمان فقير نقطِ سويده چوندا آهن، جتي اکين جون ٻئي رڳون Optic Nerves وڃي ملن ٿيون ۽ سندن شڪتي ڪٺي ٿئي ٿي، اتي پرڪاش ٿيو پوي. انهيءَ کان پوءِ سکمن ناڙي اچيٿي جنهنکي مسلمان شاه رگ چوندا.

" الله شـاه رگ تـون نـزديڪ."
( ڀاي شاه )

اتي شبد ڌن يا ٻاڻي جا ساري جهان جو گورو آهي پرگهٽ ٿئيٿي.

" سکمن ڪي گهر راڳـ سن ، سن منڊل لـو لاءِ ،
اَڪت ڪـٿـا بيچاريٿي ، منشا منهه سماء."
( ملار وار محل ١، ٢-١٢٩١ )

" ڪـل ڪيرت شـبد پڇـان ،
ايها پکـت چـوکـي آيمان."
( آسا محل ٣، ١-٤٢٤ )

جڏهن آلما سميٽجي اتي اچيٿي ته اتي هوءَ صرف ڌيان جي ذريعي ٽڪي سگهي ٿي ، پوءِ تارا منڊل ، چندرما ۽ سورج کي پار ڪري گوروءَ جي نوري سروپ جو درشن ڪريٿي. پوء آلما روحاني ديس جو سير ڪندي شبد ڌن جي سهاري سچکنڊ پهچي وڃيٿي.

سنت مت کا قوم يا مذهب ڪراهي. جو سچکنڊ بهتر سو سنت آهي پوءِ کڻي هو کنهن به قوم يا مذهب جو هجي. جهڙي طرح جيڪو امر- اي جي ڊگري حاصل ڪري ٿو پوءِ کڻي هو کنهن قوم يا مذهب جو هجي ته اسين هنکي امر- اي سڏيون ٿا. سيني قومن ۾ ان قسمن جا مهاتما ٿيا آهن. انهن مان سفلي درجي جا ۽ ٻيا علوي درجي جا. سفلي درجي جا مهاتما پنهنجي شرابي جي ڇهن چڪرن جو ابياس ڪيتا ۽ علوي درجي جي مهاتمائن جو رستو اکين جي مٿان شروع ٿئيٿو. مسلمان فقير به اکين کان مٿي ويا. حضرت ابراهيم فرمائي ٿو ته مون تارو ڏٺو ۽ الهيءَ کي چڏي اڳتي ويس. گرو گرنٿ صاحب ۾ به اهو ذڪر آيو آهي.

”اساڙا چڙنا لما، ڪڻ نڌر نهالنا وام،
شيوَ ڪاڙُو ڪرما، ستگو شبد ڊکالنا وام.“

(لکهاري محل ا، ١٧-١١١٠)

تلسي صاحب جن فرمائين ٿا :-

”گگن دواري ديسي اک تارا،
الهد ناد سنو جهنڪارا.“

حضرت محمد صاحب فرمائين ٿا ته هن شق القمر ڪيو يعني هو چنڊ کي پار ڪري ويو. سڀ مهاتما جيڪي هن راهه کي طئه ڪيتا سي شق القمر ڪريٿي وڃن ٿا.

بادشاهه جو جسم ظاهري کڻي اهو جهڙو هوندو آهي تڏهن به هنجي هڪ اشاري تي لکين لشڪر اچن ٿا. اهڙي طرح خيال (سرت) هڪ معمولي چيز لڳي ٿي ليڪن آهي شبد جو جزو. جڏهن الهيءَ کي اڪاگر ڪجيٿو ته سمنڊ جي چڙهندڙ واهه والگر سنسار کي لوڏي سگهيٿي. دنيا جا

سڀ ڪم ڪار، لڪڻ پڙهڻ، وڻج واپار وغيره سڀ خيال يا سرت جي سهاري هلي رهيا آهن. شرير، گهر ٻار، شهر، جهنگل پهاڙ، دريا، زمين آسمان، سج چنڊ سڀ انهيءَ جي سهاري قائم آهن. انسان اگيان وس شرير کي بادشاهه ۽ خيال کي معمولي وستو سمجهي رهيو آهي. اسان لاءِ دنيا جي سڀ ڪجهه ئي پيئي آهي ۽ آتما کي ڪوهتوئي ڪونه ٿا ڏيون. اسين اگيان جي ڪارڻ پاڇي کي انسان سمجهي ويٺا آهيون. ڇا زندگي هڏن ۽ ماس واري شرير کان وڌيڪ قيمتي ناهي ۽ شرير پوشاڪ کان زياده سرشت ناهي؟
"Is not life more than meat and the body more than the raimant?"

انهيءَ ڪري اي انسان! تون وشيه وڪارن کي ڇڏ. اندر ان جي پوڄن ۽ سوادن کان مٿهن مورڙڻ ۾ ئي سڀ نعمتون سمايل آهن. جيڪو انهن ۾ قائل، سمجهو اهو پنهنجي آتم هتيا ڪري رهيو آهي. تون نه حسن يوسف وانگر جسم رواني کوهه ۾ ڪريو پيو آهين. انهيءَ مان نڪرڻ جي هڪ گپت رسي آهي مالڪ جي مهر جي ڏار جا هرهڪ جي اندر آهي. انهيءَ رسيءَ کي پڪڙي جڏهن تون ديهه روپي کوهه مان ٻاهر نڪرندين نه تون هڪ نئين دنيا ڏسندين جا هن وقت تنهنجي اکين کان اوجهل آهي. هي جسماني اکيون صرف فنا چيزن کي ڏسي سگهن ٿيون پر جي تنهنجي اندروني اک کلي پوي نه تون لافاني منڊلن کي ڏسي سگهندين. حيوانن جو سر زمين ڏانهن جهڪيل رهيتو. اي انسان! تنهنجو سر بلند آهي ۽ انهيءَ ڪري تون مٿي نهار.

"اندر حيوان بنگر سر سوئي زمين دارد،
گر آدمي آخر سر جانب بالا ڪن."

(شمس تبريز)

لون حيوانن وانگر هر وقت ببت پرڻ جو خيال نه رکي، پنهنجي خيال کي اندريس جي گهاڻي کان مٿي کڻ ڇاڪاڻ جو جيستائين تون انهن کان مٿي نه ايندين ليستائين اللهي نور کي نه ڏسي سگهندين.

"چون زحس بيرون نيامد آدمي،
باشد از تصوير غيبي عجمي."

(مولانا روم)

جڏهن تون هن جسماني قيد مان لطف حاصل ڪندين نه تون خود بخود هڪ نئين دنيا جو ديدار ڪندين.

"از مضيق جسم چون يابي خلاص،
اي لهس عالمي باسي جديد."

(شمس تبريز)

خواجه حافظ صاحب به فرمائين ٿا ته جيستائين تون طبيعت جي سراء کان ٻاهر نه نڪرندين ليستائين تون حقيقت جي گليء ۾ ڪيئن وڃي سگهندين؟

"تو کز سرائي طبيعت نمي روي بيرون،
ڪجا بکوئي حقيقت گذر توانئي کرد."

انهن نون دوارن کان خيال کي مٿي آڻڻ کي سنت مهاتما "جيئري مرڻ" ڪوٺين ٿا ۽ ويدانتي "جڙ کان چيتن کي الڳ ڪرڻ" چون ٿا. سنت مت انوسار جڏهن شبد ابياس دوارن شرير کي خالي ڪري مٿي اچو نه سوڪم، ڪارڻ ۽ نرمل چيتن ديش جو انڀو حاصل ٿيندو ۽ انهن کي پار ڪري آتما پرماتما، جو شبد جو لاانتها ساگر آهي، ۾ وڃي سمائجي.

گرو ٻاڻي ۽ ٻين مهاتمائن جي ڪلام ۾ پرماتما جي درشن جو ذڪر ڪيل آهي.

"أدشت اگوچر آلک اڻجن، سود پڪنا گرمک آکي."

(سري راگ محلا ۴، ۱۹-۸۷)

"نانڪ ڪا پاتشاهہ دسي ظاهرا."
(آسا محلہ ٥، ٧-٣٩٧)

"نانڪ ڪا پربهہ پوُر رهئو هئ.
جت ڪت تت گسوائئ."
(سوني محلہ ۴، ١٠-٧٥٨)

"بخواهد چشم سر معشوق ديدن،
ڪلامش راهگوش خود سنيدن."
(شمس تبريز)

ڪل مالڪ پاڻ نہ لا بيان نرالو ۽ اشبد آهي. انهي نہ روشني آهي نہ آواز. هو پنهنجو پاڻ ئي قائم آهي. هو هڪ آهي نہ ٻہ. ها هنکي سيني مهاتمائن بيان ڪندي محدود ڪيو آهي پر دراصل هو آهي لا بيان.

"هر بہ انت هئہ مت ڪر وُرنئہ،
ڪيا جانا هوء ڪئسوري."
(سورت محلہ ٥، ٩-٦١٢)

ڪل مالڪ جيڪو نرمل چيتن روپ الک ۽ اگم ست پرش جو رچيو سو لا بيان آهي، ليڪن آتما نرت جي شڪتيءَ دوارا انهيءَ کي محسوس ڪري ٿي ۽ دئيال پرش جو درشن پائيندي جنهنکي ستنن اڪال ڪري سڏيو آهي. اها شڪتي ڪروڙن برهماندن جي مالڪ آهي ۽ قائم دائم ۽ لافاني آهي. انهيءَ شڪتيءَ جي هڪڙي شعلي هينيان منڊل جن ۾ چيتن ۽ مايا جي ملاوت آهي تاهيا جي سڀ پرلئہ ۾ ڊهي پون ٿا. انهن منڊلن مان ڪن ۾ چيتنتا وڌيڪ ۽ مايا گهٽ، ڪن ۾ چيتنتا ۽ مايا برابر ۽ ڪن ۾ چيتنتا گهٽ ۽ مايا وڌيڪ آهي. انهن روحاني ديسن جا مالڪ آهن جوسہ نرنجن (ترلوڪي جو مالڪ) اونڪار (ڪارڻ ۽ مهاڪارڻ پدن جو مالڪ) وغيره.

الهيءَ سَت پُرش کان شڪتي وٺي اُهو ديس جو ڪاروبار هلائي رهيا آهن. جيئن جيئن اڀياسي روحاني رسائي اهو مقدار ۾ حاصل ڪندو ويندو تيئن تيئن کيس اهو ديس جو پرڪاش ۽ جلال درجي بدرجي وڌندڙ نظر ايندو ۽ آخر ستنام يا سَت پُرش جنهنکي مسلمان "حق" چون ٿا جو درشن ٿيندس. درشن ڪرڻ مان اهو صاف ظاهر آهي ته الهيءَ کان پهرين آتما ۽ پرماتما ۾ جدائي هئي. الهيءَ کان مٿي سَت پُرش جو نرمل چيتن ديس آهي. اهو سڀني ديسن جي ڪل مالڪ "سوامي" يا "هرراءِ" جي لاثاني ۽ نرالي نرآڪار صورت آهي، جنهنکي ڪنهن به لفظ ذريعي بيان نٿو ڪري سگهجي. الهيءَ ۾ آتما لئه ٽي وڃي ٿي. جنهنکي "پاڻيءَ جو پاڻيءَ سان ملڻ" ۽ "ڪرڻي جو سج سان ميلاپ" وغيره مثالن ذريعان ڪجهه حد تائين سمجهوي سگهجي ٿو. الهيءَ اوستا کي گورو ارجن صاحب جن ڪهڙي نه عجيب طريقي سان بيان ڪيو آهي. جهڙي طرح پاڻي پاڻيءَ ۾ ملي انهيءَ ۾ سمائجي وڃي ٿو اهڙي طرح اسانجي آتما ساگر ۾ ملي ساگر بڻجي پوي ٿي. اها آتما جي رسائيءَ جي آخرين منزل آهي.

"جيءَ جل مهه جل آئه کٽانا،
تئه جوتي سنگ جوت سمانا."

(گوڙي محل ٥، ٤-٢٧٨)

"سوُرج ڪرڻ ملي، جل ڪا جل هوُيا رام،
جوتي جوت رلي، سمپوُرن ٿيا رام."

(بلاول محل ٥، ١٦-٨٤٦)

٭ اها اوستا لابيان آهي. لفظن کي طاقت نه آهي جو الهيءَ [illegible] ۾ ڏيئي سگهن. بس 'حيرت' 'حيرت' 'حيرت'

وارو مقام آهي. ڪوبہ انهيءَ حالت کي قلمبند ڪيئن ڪري سگهندو؟ عام هندو مسلمان فقير اُن ڳالهہ کي اُن لوڪن يعني ابرهم جو اُپديش ڏين ٿا. ڪي پار ابرهم جو اِشارو ڪن ٿا ۽ سمت چوٿين پد جو پرلهہ مهاپرلهہ جي حد کان مٿي آهي ۽ جو قائم بدائم، لافاني، لاثاني، ۽ نرالو آهي، جو اشت رکن ٿا.

## انهيءَ آدرشي ڌرم جو انهيءَ انسان کي پنهنجي اندر ٿئي ٿو

آتما جو پرماتما سان ملڻ جو تجربو حاصل ڪرڻ لاءِ اسانکي هن شرير روپي پريوگ شالا ۾ وڃڻو پوندو ۽ ٺيڪ اهڙي طرح جيئن سائنس جي تجربي ڪرڻ لاءِ شاگرد سائنس روم ۾ داخل ٿيندو. هو اندر داخل ٿي دروازا بند ڪري ڇڏي، انهيءَ لاءِ تہ ٻاهران ڪو آواز نہ اچي ۽ هنجو ڌيان ٻاهر نہ وڃي. پوءِ سائنس ماستر سان گڏجي سڀني هدايت مطابق انهن اوزارن سان تجربو ڪرڻ شروع ڪريٿو جي هڪ صاف ميز تي رکيل هوندا آهن. ٻهرئين دفعي نہ تہ ٻئي دفعي پنهنجي تجربي ۾ ڪامياب ٿيندو. بلڪل ساڳيءَ طرح هن جسم جي اندر پرويش ڪري ٻاهريان "دوار" بند ڪري اندريان ڪڙڪي کولجي ٿي. اهو تڏهن ممڪن ٿيندو جڏهن اسين پنهنجي سرت کي سميٽي انهيءَ کي شونيتر ۾ ڪنو ڪنداسين يعني خيال، جو ٻاهر دنيا ۾ ڦهليل آهي ۽ شرير جي روم روم کي ڇيتن ڪري رهيو آهي انهيءَ کي آتما جي بٽنڪ (ٻنهي ڀرن جي وچ) ايڪاگر ڪرڻو پوندو. ايتري قدر جو شرير جي سڌ ٻي نہ رهي. پوريءَ طرح جسم جا دوار بند ڪري انهيءَ نقطي تي ايڪاگر ٿي

وڌ ۾ ٻڌندي روحاني سائنس ماستر کي ساڃ وڪرو انهيءَ لاءِ ته ”لوڪن جي خيال کي الي ٽڪڻ لاءِ سامان مليو. ٻئيءَ لوڪن جسم ته پاڪ آتما هوندا. گوروءَ جو به اصلي روپ ڏيهه نه آهي. هن ڪان نام ولي ٻهڄي اندر ڪل مالڪ، جو شبد يا سرتيءَ جي روپ ۾ هر هڪ جي اندر موجود آهي، سان ملڻ جو تجربو ڪيو. اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن لوهانڊو من ۽ بدي پاڪ ۽ پوتر ليندا ۽ اها پوترتا جسم کي صاف ڪرڻ سان ڪڏهن به حاصل نه ليندي ڇاڪاڻ ته اهڙي حالت ۾ دل جي گندگي دور ٿئي ٿي ۽ جيهنجي دل جي گندگي دور نه ٿي آهي تيهن سمجهو ته ٻهڄو لوڪ پرلوڪ وڃايو دنيا ۾ ڪام، ڪروڌ موهه وغيره ۾ غلطان ٿي هر دکي رهندو يعني آتما جي گراوٽ ڪري ٿو ٻهڄو امر سڀ اندرين جي رستي وڃايو ڇڏي ۽ انهيءَ ڪري هڪڙي پرلوڪ ۾ به پڇتائڻو پوي ٿو.

”ٻاهر ڌوءَ اندر من ميلا،
ته نور ابهي ڪرڻي،
اتهان ڪام ڪروڌ موهه وياپيا،
آڪسي مس مس روني.“

(آسا محلہ ۵، ۴-۳۸۱)

حضرت محمد صاحب به دل جي پاڪيزگيءَ جي اهميت سمجهائيندي فرمائين ٿا ”بهشت جي ڪنجي آهي نماز ۽ نماز جي ڪنجي آهي پاڪيزگي.“ وري فرمائين ٿا ”پوترتا آهي اڌ ايمان.“ سينٽ مٿيو جو فرمان آهي ”اهي ماڻهو ڌن آهن جن جي دل پاڪ آهي ڇاڪاڻ ته صرف اهڙا پيارا ٿي خدا جو ديدار پائيندا.“

“Blessed are the pure in [illegible] for they shall see God.”

صرف شرير جي ميل ڌوئڻ سان من جي ميل نٿي وڃي.
ديھ جي گندگي تہ پاڻيءَ سان ڌوئي سگهجيٿي. پيشاب ۽
پاخاني جي گندگي صابڻ سان ڌوئي سگهجيٿي پر من جي
مليدتا فقط نام يا شبد روپي پاڻيءَ سان دور ٿي سگهيٿي،
انهيءَ جو ٻيو ڪو بہ طريقو ڪونهي.

"ڀرائي هٿ پير تن ديھ،
پاڻي ڌوتي اترس کيھ؛
موت پليتي ڪپڙ هوءِ،
دي صابوڻ لئيٿي اوھ ڌوءِ؛
ڀرئي مت پاپا کي سنگ،
اوھ ڌوپي ناوي کي رنگ."
(جپ جي ۴-۱۲)

انهيءَ نام يا شبد سان ڪئين جڙجي؟ پنهنجي توجہ يا
خيال جي ڌار کي سميٽي جوڙي سگهجي ٿو. انهيءَ لاءِ اندرين
لي ضابطو رکڻ نهايت ضروري آهي.

"دس اندري ڪر راکي واس،
تاکي آتمي هوءِ پرگاس."
(گوڙي محلہ ۵، ۲۳۶-۱۵)

اهو آتما جو پرماتما سان ملڻ جو اندروني عملي تجربو
آهي ۽ اهوئي هرهڪ جو سچو ڌرم آهي. انهيءَ جو ذڪر
ڌرم پستڪن ۾ آهي. پر تجربو اسانکي پنهنجي اندر ڪرڻو
پوندو ۽ انهيءَ تجربي ۾ ڪامياب ٿيڻ لاءِ اسانکي ڪنهن
روحاني عامل جي ضرورت آهي جنهنکي عام طور سنت
ستگورو سڏين ٿا.

جيستائين اسانکي آتما ۽ پرماتما جو انڀو ذاتي طور حاصل

نه ليندو تبستائين من ڪڏهن به نه ڇٽندو نه پرماتما آهي.
ننڍن ۽ مهاتمائن محنت ڪري پرپوره ڪي پاتو. انهيءَ ڪري
اهڙن مهاتمائن جي هدايت تي هلڻ کپي ڇاڪاڻ ته ڪن
جبڪي اکين سان ڏٺو انهيءَ جولي اُپديش ڪيو.

” سنتن ڪي سن ساچي ساکي،
سو بولهه جو پيکهه آکي. “

( رامڪلي محل ٥، ٨-٨٩٤ )

سوامي جي مهاراج جن فرمائن ٿا ته جيستائين اسين پنهنجي
اکين سان ساکيات نه ڏسندا آهيون تيستائين گرو جي وچن
تي پورو وشواس نه ايندو.

” جب لگ نه ديکهون اپني نيني،
تب لگ نه پتيجون گرو کي بيني. “

تلسي صاحب جن جو به اهو فرمان آهي:-

” جب ديکهن هم اپني نينا،
تب مانين ستگرو کي بينا. “

اسانکي مهاتمائن جي هدايت انوسار آتما کي پرماتما
سان ملائڻ جو پنهنجو ذاتي انڀو حاصل ڪرڻ کپي. سنتن
جي سکيا نهايت اُدار ليکي آهي. سنت ته اهڙي قدر
فرمائين ٿا ته ڀائي! اوهين پنهنجو خود تجربو ڪري ڏسو،
ڪنهن جي چوڻ تي وشواس نه ڪريو.

” آپ آپ کو آپ بچارو،
کها اور کا نيک نه مانو. “

( سوامي جي )

# صحيح مقصد

دک کان بچڻ واسطي ۽ پرم سک حاصل ڪرڻ لاءِ
ڪيترا ماڻهو اڻ ڏنڌ سر توڙ ڪوشش ڪندا پر ڪجهه هٿ حاصل
ٿيندو نظر نٿو اچين. پر ڪيترا انسان محنت سان گڏ وڳڏ هميشهءِ
صحيح مقصد کي به پنهنجي سامهون رکيو. جيڪڏهن منزل
مقصود نيڪ سامهون نه هوندو ته هر قدم اڳتي وڌائڻ ٿيو
گمراهه ٿيڻ ۽ وقت کي فضول وڃائڻ. جي نشانو نيڪ هوندو
ته ٿوري محنت به وڌيڪ نه ويندي. سو ڪاميابيءَ لاءِ نه
صرف محنت درڪار آهي بلڪ صحيح مقصد به. اگر ڪا
چيز پيٽي آهي ڪنهن هنڌ ۽ اسين انکي ڳوليون ڪنهن
ٻئي هنڌ ته اها ملندي ڪيئن؟

”وستو ڪهين پڙوندي ڪهين،
ڪهه پڻ آوي هات.“

دنيا ۾ اڄاڻ بيچيني ۽ پريشانيءَ جو سڀ کان مکيه ڪارڻ
آهي انسان جو پنهنجي سامهون صحيح مقصد نه رکڻ.

زندگيءَ جو نيڪ مقصد معلوم ڪرڻ لاءِ انسان کي
پنهنجي شرير روپي گرنٿ کي پڙهڻ ڄاڻائي چاڪاڻ ته سڀ
ڪتاب ۽ علم انهيءَ انساني ڪتاب مان نڪتا آهن.
انسان جي اندر هر وقت الاهي آواز پيو اٿي. انساني وجود
سڀني ڪرشمن جو سرمور ڪرشمو آهي. جيڪڏهن انسان
جي اندروني اک کلي پوي ته هيءَ سچ پچ هريءَ جو
مندر (True Temple of God) ٿي پوي. هي شرير آهي
هڪ گاهه جي پل جنهنجي هيٺان زندگيءَ جو لاانتها درياهه
پيو وهي. ڏسڻ ۾ برابر آهي ننڍو پر اندر ۾ سورج جي
سمان آهي.

”تن چو مشمع کاه دان،
در زیـــر او درپائي جان،
گـــرچ زئـــيـــرون ذره،
صـد آفـتابـي از درون.“
(شمس تبريز)

گورو ء ننڪ انسان پنهنجي اندر جي ڪيفيت سمجهڻ نه سگهندو. انساني وجود ساري برهمانڊ جو نمونو ۽ نقشو آهي.

”جو برهمندي سوئي پندي،
جو کوجي سو پاوي.“
(ڌناسري پيپا جي ١٥-٦٩٥)

هن شرير ۾ ئي سڀ خزانا موجود آهن ۽ جو ٻاهر ڪوجي ٿو سو ڀرم ۾ ڀليل آهي.

”سڀ ڪڇ گهر مهه ٻاهر ناهي،
ٻاهر ٽولي سو ڀرم ڀلاهي.“
(مانجهه محل ٥، ٣-١٠٢)

## سچو ڌرم (سنت مت) علمِ سينہ يعني پرا وديا آهي

هڪ انسان ۽ والن تائين رستو ڏسي سگهيٿو ۽ ٻيو ٻڌهي جهان جي مالڪ کي ڏسي ٿو. انهن ٻنهي ۾ نهايت گهڻو فرق آهي. تون اهڙي سورمي جي تلاش ڪر جيڪو توکي ايشوري گيان پيد پرگهٽ ڪري ڏيکاري.

"يڪ نظر دو گــز همي بيند ز راه،
يڪ نظر دو ڪون ديد او روئي شاه.
درميان ايــن دو فــرقِ بي شمار،
سرمائي جــو دانهم علــمِ بــا اسرار."
(مولانا روم)

هيءُ علمِ سينہ آهي نہ ڪ سفينہ (ڪتابي علم). سائنس ڀلي ڪٽي ڪيتري ۽ ترقي ڪري پر اها سپ وديا آهي، پرا وديا نہ. وديا ۽ علم صرف اسانکي ڪائنات بابت روشني ڏيئيٿو ليڪن پــرا وديا علم العلم اسانجي جسم ۽ روح کي منور ڪريٿو. سائنس آهي نظر ايندڙ چيزن جو گيان. سائنس جي قانونن جي ڄاڻ دوارا اسين پرڪرتيءَ تي حڪومت ڪري سگهون ٿا. پر جيستائين اسين پراوديا جو سبق نہ پڙهنداسين تيستائين اسانکي پنهنجي اندر آتما جي ڪابہ سوجهي نہ پوندي. ڀلي ڪٽي هزارن سج ۽ چنڊ چڙهن پر جي اسانجي اک ۾ آتما جي ڪرڻ نہ هوندي تہ چئني پاسي گهور انڌيرو نظر ايندو. جيستائين اسين پنهنجو پاڻکي نہ ڄاڻنداسين تيستائين سپ ڪجهہ ڄاڻندي ۽ اگياني رهنداسين. ظاهري علم اسانجي سمجهہ ٻوجهہ وڌائڻ ۾ ڪارگر آهي. پر انهيءَ دوارا اسانجي اصلي زندگي ۽ انهيءَ جي مقصد جي ڪڍهن ۾ پراپتي نہ ٿي سگهندي. بوعلي قلندر صاحب

فرمائين ٿا ته ٻاهرين جڳ جي گيان ناداني آهي ۽ جيڪي ڪجهه ظاهري طور ڏسون ٿا سو سڀ حيراني آهي.

" آنچه ميداني هـمه ناداني است،
آنچه مي بيني همه حيراني است."

عالم ۽ فاضل پراودا جي ڄاڻن کي نادان سمجهن ٿا ڇاڪاڻ ته هنن جي ڪوتاهه نظر هن ٻي يا وچنا کان پري نٿي وڃي.

" روارون عالمان عمل سـاطن نور،
عالمان عـلم ظاهـري جاهل."

(سار اتهن، سوامي جي)

سائنس پدارٿن جو ظاهري لعلق ٻڌائي ٿي، پر انهن جي باطني واري هستيءَ کان بلڪل بيخبر آهي. صرف، ظاهري گيان انسان زندگيءَ کي روشن نٿو بنائي سگهي. ڄاڻڻ جي ڄاڻڻ ۽ انهيءَ کي قائم رکڻ واري ڪل مالڪ جي هستيءَ کي ڄاڻڻ گيان آهي. انهيءَ ڄاڻ يا گيان پر ئي آتما جو ڪلياڻ آهي. سنتن ڌرم پستڪن جي پڙهڻ ۽ وچارڻ کي گيان نه سڏيو آهي. سنسڪرت سبني جو علم آهي. هي ڪتابي علم آهي. اهو علم پڙهي ٻه پڙهي گورو ۽ شش جي درميان هلندو آيو آهي. انهيءَ ودييا کي پراوديا چئجي ٿو ۽ اها ظاهري وديا جي محتاج ناهي بلڪ قدرتي آهي. انهيءَ پر شڪ نه آهي ته ڪن ڪن انهيءَ وديا کي لکي بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ليڪن اها ڪوشش هميشه اڌوري رهي آهي. ڇاڪاڻ ته پراوديا قلمبند نٿي سگهي ۽ اڪو هن جڳ سنسار ۾ انجو ڪو نمونو موجود آهي. سنتن جي سکيا سدائين اهائي رهي آهي ته عمل ڪيو، ڪرڻي ڪيو ۽ زباني جمع خرچ، بحث مباحثه ۽ عقل

جي چالاڪين کان دور رهو. ظاهري وديا ۽ روحاني وديا ۾ اهو ئي فرق آهي ته، هڪ جو زور زباني جمع خرچ تي نه، بلڪ ابياس تي آهي ۽ زنده يا نقد ڌرم جي تاڪيد ٿو ڪري. اهو صرف ڪتابي علم آهي جنهنکي دراصل ڌرم چئي نٿو سگهجي ڇاڪاڻ ته ڀلي ڪٿي ڪو ڪيترو به عالم فاضل ڇو نه هجي پر سندس زندگي نٿي بدلجي. جنهنجي به آتمڪ انتي ٿي ته صرف عمل ڪرڻ سان ۽ ڪمائي ڪرڻ سان.

"ته ڪرني کا ڀيد هئي، ناهين بڌهي وچار،
ڪٿني تج ڪرني ڪرو، تو ڪڇ پاوءِ سار."
(ڪبير صاحب)

منڊڪ اپنشد ۾ لکيل آهي ته شونڪ نالي هڪ گرهستي ڀاردواج رشيءَ وٽ ويو ۽ پڇيائين، "مهاراج! اها ڪهڙي وديا آهي جنهنجي پراپت ڪرڻ سان سڀ ڪنهن ڳالهه جي ڄاڻ حاصل ٿيئيتي." رشيءَ وراڻيو، "برهم گياني چون ٿا ته وديا ٻن قسمن جي آهي، هڪ "پرا" ٻي "اپرا". اپرا وديا ۾ رگ ويد، يجر ويد، سام ويد، اٿرو ويد، سکيا، ڪلپ، وياڪرڻ، نرڪت، ڇند ۽ جوتش شامل آهن. انهن ڏوارن برهم جو درشن نٿو ٿئي. پرا وديا اها آهي جنهن ڏوارن ابناسي برهم جي پراپتي ٿئي ٿي ۽ اها هڪ ڪمائيءَ جي چيز آهي." ويد شاستر ۽ ٻيا ڌرم پستڪ سڀ اپرا وديا ۾ اچي وڃن ٿا ۽ انهيءَ کي ڪتابي علم چئجي ٿو. سنتن جي سکيا سيڌي جو علم آهي، جو روحاني آهي ۽ اپرا وديا ڪوٺجي ٿو.

## ابراوديا ۽ انهيءَ حيثيت

گرنٿ ٻولن ۾ مهاتمائن جي روحاني منڊلن جي ٻاترا جو احوال ۽ ذاتي تجربن جو ذڪر آهي. جهڙي ڪم هن ڏٺو سو اسانجي هدايت واسطي هن لکيو. اسانجي دلين ۾ انهن مهاتمائن لاءِ عزت آهي. سندن گرنٿ کي پڙهي اسانجي اندر ڪنهن حد تائين روحانيت جو شوق ۽ مالڪ سان ملڻ جو اُمنگ پيدا ٿيندو. گرنٿ جو مقصد صرف اهوئي آهي ته هو انسان ۾ دل جي گرنٿ کي کولڻ جو شوق پيدا ڪن. انهن جي ذريعي اسين مهاتمائن جي روحاني وچارن کي سمجهي سگهون ٿا ۽ سندن تجربن مان فائدو وٺي ڪنهن موجوده مهاتما جي هدايت انوسار سندن تجربن کي پنهنجي انڀو جي دائري اندر آڻڻ جي ڪوشش ڪيون ٿا.

روحاني وچنن ۾ ٻه سڀ کان بهترين اهي وچن آهن جي پرماتما ڪنهن سنت مهاتما جي رسنا دواران چوايا آهن. اهڙن سنتن جو وچن پرماتما جو وچن هوندو آهي چاهي ظاهري ڪٿي اهو وچن انساني رسنا مان نڪتل نظر اچي. اهڙا ڪامل پرش دل عقل جي حدن اندر ويهي ٿا ڳالهائين.

"گفته او گفته الله بود،
گرچ از حلقوم عبدالله بود."

"جيسي مئي آوي خصم کي باڻي،
تيسڙا ڪري گيان وي لالو."

(ٹلنگ مجلد ١، ١٥-٧٢٢)

اهڙا انڀوي وچن پرمارٿي جگياسن واسطي هيرن جواهرن کان به وڌيڪ قيمتي آهن. انهن ڪانسواءِ ٻي سڀ باڻي ڪچي آهي. اهي ڪامل فقيرن جا ڪلام اسانکي صرف پنهنجي اندر جهاتي پائي پنهنجو پاڻ سڃاڻڻ ۽ مالڪ سان ملڻ جو

طريقو ٻڌائين ٿا. ٻر اهي سڀ نڪي اسانکي اندر ٿا وني وڃي سگهن ۽ نکي مالڪ سان ملائي ٿا سگهن. اسين دنيا جا جيو صرف انهن گرنٿن ٻولين ۾ ئي الجهيل رهون ٿا ۽ انهن جي ٽيڪ ڪڙي انهن جا قيدي بڻجي پئون ٿا، جيستائين ڪو ڪامل فقير نٿو ملي تيستائين موکش جو ڪو ساڌن نٿو اٿجي.

”لب آسي جيو پئيا سنساري،
چوٿي نہ گرنٿ نہ هوئي سکاري،
شرتي پڙان اهہ ڪهيہ اپائي،
چوٿي نہ اڏ ڪ ارجهائي.“

(تلسي راماڻ اترڪانڊ ۳-۱۱۶)

انسان سڀ کان پراڻو آهي. سڀ ڌرم پستڪ ۽ سڀ ڌرم پوءِ ٿيا. ڪٿان آيا ۽ ڪٿين ويا ٻر انسان انهن سڀني کان اڳير هو. سڀ ڌرم انسان لاءِ آهن نہ ڪ انسان ڌرم لاءِ. سڀ گرنٿ انسان مان ئي پيدا ٿيا ٻر اصلي راز انسان جي اندر آهي. گرنٿن ۾ صرف انهيءَ راز جو ذڪر آهي، راز ڪونهي. انهيءَ راز کي پائڻ لاءِ ڪنهن مهاتما کان راهہ وٺي پنهنجي اندر داخل ٿيڻو پوندو.

انسان پنهنجي عقل ٻڌيءَ جي آسري گرنٿ پوٿيون پڙهي ٿو ۽ پرمستيہ جي باري ۾ وياکيا بہ ڪري ٿو ليڪن اصليت کان محروم رهجي وڃي ٿو.

”سمرت شاستر پڙهہ پراڻا،
واد وکاڻهہ تت نہ جاڻا،
وڻ گر پوري تت نہ پائيئي،
سچ سوڇي سچ راهاهي.“

(مارو محلہ ۱، ۱۳ - ۱۰۳۲)

انسان چيتن آهي پر ٻوليون چيتن نہ آهن. انسان کي گيان آهي ۽ هو باخبر آهي نہ ههڪي گيان آهي نہ ٻولين کي پنهنجي اگيان جي پروجھہ ڪاٿهي. انسان آگو پيڇو سوچي سگهيٿو ليڪن گرنٿ ٻوليون نہ.

جيستائين اسانکي پنهنجي اندر جي سڌ نہ ٿي ٻوي ٿيستائين اسين ٻلڪل اگيان جي اندبري ۾ رهون ٿا. ڪتابي علم ٻاڻ هڪ بوج جو باعث بڻجو ٻري چاڪاڻ تہ انهي۽ ڪارڻ من ۽ عقل جو ڦهلاءَ تہ ٻوي. صرف اهو ئي علم جنهن ذريعي اسانکي پنهنجي اصليت حاصل ٿئي، تسلي۽ جو باعث ٿي سگهيٿو. جنهنجو هڪوار دل جو گرنٿ کلي پيو تنهنکي ٻوء ٻئي ڪنهن بہ گرنٿ جي ضرورت ٿئي رهي. جيڪا دل مالڪ جي ياد ۾ گلن وانگر ٽڙي سگندمير لئيئي تنهنکي ظاهري علم جي ڪاٻہ ضرورت ڪاٿهي.

”صد ڪتاب و صد ورق در نار ڪن،
دل بيايد حق چون گلزار ڪن.“

اُپنشد ۾ لکيل آهي تہ آتمڪ گيان نہ ويدن ۽ شاسترن جي پڙهڻ سان حاصل ٿيندو ۽ نہ انهن کي ڪهڻي ٻڌڻ سان چاڪاڻ تہ اهو گيان من ۽ علم جي ذريعي پراپت نہ ٿي سگهندو. هي ٻڌڻ ۽ ٻڌائڻ جو مضمون نہ آهي. انهي۽ جو تعلق محض تجربي سان آهي.

رگ ويد جي ٻولين ڀاڱي جي ١٦٤ سولر جي ٣٩ منتر ۾ ۽ شويتا شولر اُپنشد جي چوٿين اڌياء جي اٺين سلوڪ ۾ لکيل آهي، ”جو انسان انهي۽ ابناسي پرم آڪاش يعني پرمالما، جو سيني ويدن جو اڪش آهي ۽ جنهن ۾ سڀ ديوتائون سمايل آهن، کي ڏٺائي نہ ۽ شانت چت رهيٿو سو ويدن کي ڇا ڪندو!“ جو انسان چار ويد، ارڙهن پراڻ، باڪرڻ ۽ ڇهہ شاستر پڙهي او سر عقل ۽ ٻڌي۽ جي

گورو ڪ ڏنڌي ۾ لکي اصليت کي وڃائي ٿو وڃي. جيستائين اسانجي آتما شبد يا ڪل مالڪ کي نٿي پڇاڻي تيستائين سمجهو اسانجي حالت چنڊول پکيءَ جهڙي آهي جو جيڪا به ٻولي ٻڌي ٿو انجو نقل ڪري سگهيٿو.

"چار اٺاره نو پڙهي، ڪٽ پڙهه کويا مول،
سرت شبد چينهي بنا، جيون پڇي چنڊول."
(تلسي صاحب)

ڪتابي علم ۽ ان جي لاءِ گهڻ بيڪار عقل جو ڦهلاءُ آهي ۽ سر لي عذابن جو اوجو آهي. انهيءَ لبي چوڙي حساب کي ڇڏي حقيقت جي نقطي کي پڪڙ ته تنهنجو ڪلياڻ ٿئي.

".ڪيون پڙهيا اِن ڳڏ ڪتابان دي،
سر چائيا ڀري عذابان دي؛
پڙهه نقط چوڙ حسابان نون،
ڪر دور ڪفر ديان بابان نون."
(بلي شاه)

گور باڻيءَ (گرنٿ صاحب) جو اپديش آهي ته پڙهڻ لکڻ ۽ سوچڻ لاءِ پلي ڪٽي ڳاڏين جون ڳاڏيون ڪتابن سان ڀري سالن جا سال سڄي عمر ٻلڪ سواس سواس ۾ پڙهي، پر هڪ ٿي ڳالهه يعني مالڪ سان ميلاپ فائدي مند ثابت ٿيندو. باقي پيو سڀ فضول آهي. انهن جي پڙهڻ سان ڪام ڪروڌ پيچو نه ڇڏيندا.

" پڙهه پڙهه گڏيون لديهن، پڙهه پڙهه ڀريهه سات؛
پڙهه پڙهه بيڙي پائيهه، پڙهه پڙهه گڏيهه کات؛
پڙهيهه جيتي برس برس، پڙهيهه جيتي ماس؛
پڙهيهه جيتي آرجا، پڙهيهه جيتي ساس؛
نانڪ ليکي اِڪ گل، هور هؤمي جهکنا جهاک."
(آسا وار محله ا، ۱۲ = ۴۶۷)

"باٹ پڑھیو آر بيد بيچاڑيو، نٿو ٿل پٺيگر ساڏي ؛
پيچ جيا سڌ سنگ نہ چڪيو، اڏڪ اهيئڊ ياڏي."
(سورٺ مجلد ٥، ١٧ـ ٦٤١)

حافظ صاحب جن نہ انتري قدر فرمائين ٿا تہ جيسٿائين لون علم ۽ عقل جي ڦهلاءَ ۽ تال وهندين ليستائين لون پرمالما کان نا واقف وهندين. لوڪي هڪڙو لي نقطو ٿو ٻڌايان تہ لون پنهنجي ياڻ (اهر) کان مٿي أمھ تہ لنهنجي مڪتي ٿئي.

"تا فضل و علم بيني بي معرفت نشيني،
يڪ نقط امھ بگويم خود را مبين ڪو رستي."

ڪنهن مقصد کي ذہان سان سوچڻ ڪافي، انهي ۽ جي حاصل ڪرڻ ۽ دل و جان سان لڳي وڃ. اپنشد ۾ لکيل آهي تہ جڏهن من ۽ ٻڌي استر لين ٿا تڏهن ئي آلما جو پرڪاش نظر اچيتو. ودبا برهمن جي ماه ڪلي جو هڪ قسمتي هار آهي ليڪن شرابر هي بـوچارلس جي سر مٿان هڪ بوجو آهي.

"علمهائي اهل دل حمال سان،
علمهائي اهل لن احمال شان."

ابهدار نيڪ اپنشد ۾ لکيل آهي، "جيڪي ماڻهو بي علمي ۾ غلطان آهن سي سمجهو گهور اڌيري ۾ آهن ۽ جيڪي علم ۾ مست آهن سي ياڻ انهن کان وڌيڪ اڌيري ۾ آهن."

انهي ۽ ڪري سنت مهالما هميشہ عملي زندگي ۽ تي سڀ کان وڌيڪ زور ڏين ٿا. هنجي نظر ۾ صرف ڪتابي علم يا ڪرڻ گيان جي ڪابہ قيمت ڪانهي. سڀئي سنتائي يا ڪتابي علم جي فضول وهمن سان ڪرم ۽ وعظن ڪرڻ سان ڪو روحاني اُمنگ نتا ائن. پوٿين جو پڙهڻ يا ليڪچر ڏيڻ

صرف مٺائيءَ جو ذڪر ڪرڻ آهي، مٺائي کائڻ کان ٻي ڳالهه آهي. جيڪڏهن ڪو آدمي سؤ سال به ”ميرو، ميرو“ چوندو رهي يا انهيءَ جي سامگري، کنڊ، گيهه ۽ سوُجي وغيره جي انداز لي وڇار ڪندو رهي ته به هن کي نه ميري جو سواد ايندو ۽ نه سندس پيٽ ڀرجي.

”حلوه حلوه گــر بگوي صد سال،
از گفتن حلوه نه شود شيرين ڪام.“

ڀائي گورداس صاحب جن به انهيءَ وشيه جي بــاري ۾ ائين ٿا ڪهن:-

”کانڊ کانڊ ڪهه جيڀ نه سواد ميٺو آوي،
اگن اگن ڪهه ڪهو سيت نه بناس هي،
بيد بيد ڪهو روگ مٽت نه ڪاهون ڪو،
دربه دربه ڪهي ڪوئو درائي نه بلاس هي،
چندن چندن ڪهه هوت نه سباس تاس،
چند چند ڪهه اجيارو نه پرڪاش هي،
ليسو گيان گوشٽ ڪهت نه رهت پاوي،
ڪرني پردان ڀان ادت آڪاس هي.“
(ڪبت سوي ۴۵۲)

## سنتن جي سکيا جا ٽي بنيادي سڌانت

روحانيت کي حاصل ڪرڻ لاءِ ستسنگ، ستگورو، ستنام يا شبد، انهن ٽن جي ضرورت آهي.

(ا) ستسنگ:-

ست جي معنيٰ آهي "جاڳرت" ۽ سنگ جو اوت آهي "جوڙ" يعني جاڳرت پرش جي ستسنگ ڪي لي ستسنگ چئجي ٿو. جتي اعليٰ مها پرش اڌيالمڪ سکيا ڏئي ٿو اتي وڃڻ سان ئي روحاني رنگ چڙهي ٿو. جيڪڏهن پاڻيءَ جي ٿورن ڦڙن وهڻ سان لڏڪار ۽ باهه جي ڦڙن وهڻ سان گرمي محسوس ٿئي ٿي ته پوءِ روحاني شهنشاهن وٽ وهڻ سان انهن جو رنگ ڪيئن نه چڙهندو؟ مالڪ جي رهڻ جو اصلي استان اهو آهي جتي سندس پيارا ڀڳت رهندا.

"من ميرا پنڇي ڀيا، چڙهه ڪر اڙا آڪاس،
سورگ لوڪ خالي پڙا، صاحب سنتن پاس."
(ڪبير صاحب)

"مــل سمه سنگت کوج دسائي،
وچ سنگت هر پربهه وسي جيئه."
(ماجهه محلہ ۴، ۱۴-۹۴)

ستسنگ ۾ صرف نام جولي اُپديش ڏنو ويندو.

"ست سنگت ڪيسي جاڻيئي،
جتي ايڪو نام وکاڻيئي."
(سري راگ محلہ ۱، ۱-۷۲)

ستسنگ ٻن قسمن جو ٿيندو آهي. هڪڙو ٻاهريون ۽ ٻيو اندريون. ٻاهريون ستسنگ آهي ستگوروءَ جي صحبت.

"ستگر ٻاجهه سنگت نہ هوئي."
(مارو محلہ ١، ١٥-١٠٦٨)
"ستگر بن ناهي دربار."
(گوند ڪبير ١٥-٨٧٢)

سرت بمعني آتما کي شبد يا نام سان جوڙڻ آهي اندروني ستسنگ.

## (٢) ستگورو:-

سنت ستگورو انساني جامي ۾ پرماتما جو روپ آهي جنهن جي اندر پرم سنت جو پرڪاش پرگهٽ آهي يعني سنت ۽ لولين ٿي چڪو آهي. هو مالڪ سان ملي هڪ ٿي ويو آهي. هو هڪ اُچي پورڻ هستي آهي ۽ پرميشور جو ديهہ سروپ آهي. سنت ستگورو گيان جو ڀنڊار ۽ ڀڳتيءَ جو چشمو آهي. هو سنسار جي ڀليل انسانن کي ايشوري راهہ تي آڻي سگهندڙ ڀڳوانڻ جي شڪتي رکيٿو. هو انساني پرماتما (GOD-MAN) آهي. ڌرم پستڪ اسانکي مالڪ سان ملائڻ ۾ اسمرٿ آهن. روحاني تعليم سيکاري نہ ويندي آهي جهٽي ويندي آهي.

Spirituality can not be taught but caught.

زنده ڪير آهي؟ گورباڻيءَ ۾ اُپديش آهي تہ صرف اهو، جنهنجي اندر مالڪ وسي رهيو آهي.

"سو جيوتا جس من وسيا سوء،
نانڪ اَور نہ جيوي ڪوء."
(مانجهہ وار محلہ ١، ٩-١٤٢)

هو پرماتما + انسان آهي ۽ هنجي مک دوارا ٿي پرماتما ولي ٿو. هنجو وچن آهي پرماتما جو وچن.

"پرڀ جي بسهہ ساڌ کي رسنا."
(گوڙي سکمني محلہ ٥، ٤-٢٦٣)

ظاهري آهي وچن انساني گلي مان نڪرندا نظر اچن ٿا، ليڪن در حقيقت اهي خدا جو ڪلام آهي.

”گفتهٔ او گفتهٔ الله بود،
گرچ از حلقوم عبدالله بود.“

اهڙي مهاتما جي اُپديش مان نہ ئي ماڻهن کي صرف روحاني لاڀ ٿو پهچي بلڪ هنجي سنگت روحاني زندگي ڏيندڙ، جاڳرتي پيدا ڪندڙ ۽ آتمڪ رنگ چاڙهيندڙ ٿئي ٿي. هنجي صحبت ۾ رهڻ آهي آتمڪ رس کي پان ڪرڻ. هنجي پرستا ان من ۽ آتما کي باغ باغ ڪري ٿي ڇڏي. هو پنهنجي هڪ درشٽيءَ، وچن ۽ لوچ سان اسانجي اندر روحاني لهرون اٿن ڪري سگهي ٿو. هو پنهنجي شش کي هڪ لئين زندگيءَ جي دولت نئدوانند ڏئي سگهي ٿو. اهڙو مهاپرش آهي زندگيءَ جو آب ۽ جل جنهنکي سترگي ڪاٿي بہ لرلبت ٿي پرهٽو. پر اهوءَ ان جل کي صرف ڪو ڪبو پياسو گرهڻ ڪري سگهي ٿو.

"I am the bread of life" (Christ)

هو آهي آتمڪ اُپديش جو سهاونو چشمو جنهن مان شش پنهنجي گرهڻ شڪتي انوسار لاڀ وٺي سگهي ٿو. گورو آدرشي انسان آهي هنجو شرير هڪ ساڌن آهي جنهن دوارا پرماتما پنهنجو ڪارج ڪري ٿو. گورو هٿ ڪري پورو لڏهن وڃي شيوڪ جو ڪم راس ٿيندو. اگياني ۽ آڏوري گوروءَ وٽان آتمڪ ڏن ملي نہ سگهندو.

”جان ڪا گورو هئہ آنڌلا چيلا کها ڪراهہ،
انڌي انڌا ٺيليا دونو ڪوپ پراءِ.“

(ڪبير صاحب)

”گروءَ جما کا اَنڌلا، چيلي ناهي نــاءُ؛
ان ستگر ناءُ نہ پائيئي، بن ناويءَ کيا سئاءُ.“
(سري راگ محلہ ١، ٣-٥٨)

(٣) ستنام:-

ستنام سچي مالڪ جو نام آهي جو ڪنهن به ھمبڌن جو آسرو آهي ۽ هر هڪ جي اندر پيو گونجي. اهو ڏن آلمڪ نام آهي جنهنجي ڌن گهٽ گهٽ ۾ پيئي گونجار ڪري. اهو نام آهي مالڪ سان ملائڻ جي هڪ ڏوري. ڪبير صاحب فرمائين ٿا، ”رام نام نج سار آهي؛ انهيءَ رام نام کانسواءِ ٻيو سڀ فنا آهي. انهڪري رام جو سمرن ڪريو، ڪال سر تي بيٺو آهي؛ خبر نہ آهي تہ ڪنهن وقت اچي پڪڙي.“ ھہ رام جو ارٿ، رام اوتار ڪونهي. اها هڪ شڪتي آهي جا سڀني ۾ رمي رهي آهي. انهيءَ رام نام جي لاءِ چون ٿا زبان کي هلائڻ جي ضرورت ڪانهي ڇاڪاڻ تہ اهو نام گپت ۽ باطني آهي.

”رام نام هئہ نج سار، اؤر سڀ جوٺ سڪل سنسار.“
”سمرن ڪرو سو رام ڪو، ڪال گهي هين ڪيس؛
نہ جانون ڪب مارشي، ڪيا گهر ڪيا پردیس.“
(ڪبير صاحب)

”سو جاني جنهي مين هي جنائــون،
بانهہ پڪڙ ليي ڪي لــي آئــون،
سهج جــاپ ڌن آپــي هوئي،
سند هي بــوجهي ورلا ڪوئي.“
”رگ رگ بولي رام جي روم روم راڪار،
سهجي ڌن لاگي رهي سوئي سمرن سار،
اوٺ، ڪنٺ، هالي نهين جيبا نهين اچار،
گپت بست ڪو سو لکي سوئي هنس همار.“
(ڪبير صاحب)

"رمعہ رام جنہ مرغ نساري،
اچرعہ رام بي بسار آثاري."
(گونڊ محلہ ٥، ٧-٨٦٥)

## سلتن جي سکيا جا ٽي ساڌن

انسان ٽن پدارٿن جو مرڪب آهي. پهريون اسٿول پدارٿ جنهن مان شرير ٺهيو آهي. ٻيو سوکيم جنهن مان من جي وچنا ٿي آهي ۽ ٽيون روح جو انسان جي جان آهي. ان ڪانهہ شرير ۽ من ٻنهي جو آڌار آهي. ٻيو ٻان ۾ پدارٿ ڪاسوامہ آهن ۾ آتما امر آهي ۽ وناش جي دائري کان ٻاهر آهي. جهڙي طرح شرير کي آتما جيئرو رکندو آهي، اهڙي طرح ساري سنسار کي ستا ڏيڻ وارو پرماتما آهي.

"اهہ جگ سچي کي هي ڪوٺڙي،
سچي کا وچ واس."
(آسا وار محلہ ٢، ١٣-٤٦٣)

آتما ۽ پرماتما جو ٻانڌ ۾ انس ۽ ڪُل جو رشتو آهي. ٻنهي جو جوهر ساڳيو آهي. انهيءَ ڪري برهمانڊ جو نمونو آهي پنڊ يعني شرير.

"جو برهمنڊي سوئي پنڊي،
جو کوجي سو پاوي."
(ڌناسري پيپا ١٥-٦٩٥)

"جو برهمنڊ کنڊ سو جانهو،
گرمک بوجهہ شبد پڇانهو."
(مارو محلہ ١، ١١-١٠٤١)

مسلمان ٺيون ۾ عالم صغير يعني شرير کي، عالم ڪبير (برهمانڊ) جو نمونو ڪري بيان ڪيو آهي.

جسماني، دماغي ۽ روحاني طور ٻنهي اڀرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ انسان جو مکيه مقصد آهي. انهيءَ لاءِ اسانکي ڪنهن نه ڪنهن پنهنجي شخصي قابليت ۽ ڪنهن ٻاهرين مدد مان فائدو وٺڻو پوندو. روحاني طرح ميوي دار وڻ چڱن ٻجن سان پوکيل پيدا آهن پر سائنس جي طريقي خاص خوراڪ ڏيڻ سان هو ٻن ٽن سالن ۾ ڦل ڏين ٿا. جيڪڏهن جڙ پدارٿ ٻاهرين سهايتا جي ڪري جلدي ڦل ڏيئي سگهن ٿا ته انسان جو چيتن آهي ڪنهن ڪامل فقير جي مدد وٺي پنهنجي اصلي مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ جلدي ڪامياب ٿي سگهيٿو. انهيءَ ڪري سنت مهاتما انهيءَ ڳالهه تي خاص زور ڏين ٿا ته ڪنهن اهڙي روحاني رهبر جي شيوا ڪيو جو نه صرف آتمڪ گيان جي علمي واقفيت رکندڙ هجي بلڪ جنهن ڪمائي ڪري پنهنجي آتما کي پرماتما سان جوڙيو هجي.

شريعر ۽ من تي زندگيءَ جي سامان ۽ آسپاس جي حالتن جو ڀاري اثر پوندو. انهيءَ ڪري سائوڪ پوڄن ورتائڻ، دنيوي پدارٿن کي ڪيول گذاري ڪرڻ واسطي استعمال ڪرڻ ۽ من کي اجائي ڦهلجڻ کان روڪڻ جي هدايت ڪئي ويندي آهي. جيڪو ستسنگي انهن اصولن کي ڌارڻ ڪريٿو، انهن کي روحاني وڪاس واسطي ٽن ساڌنن جي سکيا ڏني ويندي آهي جي آهن (١) سمرن (٢) ڌيان (٣) ڌُن يا شبد جو ابياس.

اسانجو من دنيوي سمرن ۽ ڌيان ۾ غلطان آهي ۽ جڏهن اسين من کي انترمک ڪرڻ جي ڪوشش ٿا ڪيون ته سنساري پدارٿن، يارن دوستن، ۽ گهر ٻار جو خيال ۽ ڌيان اچو اسانجي اڳيان رڪاوٽ وجهي. انهن خيالن کي هٽائي پريوءَ سان جڙڻ لاءِ ساڌڪ کي مالڪ جي مٺڙي نامن جي سمرن ۽ روپ جي ڌيان جو ساڌن ڪرڻو پوندو. سنت اسانکي

آتما جي زبان سان سمرڻ ۽ آتما جي نيتر سان ڏسڻ ڪرڻ سيکارين ٿا. ٻئي ساڌن دوارن من ڪنهن حد تائين اسٿر ٿيندو. انهيءَ ڪانپوءِ آتما جي ڪَنن سان انهيءَ ڏسڻ يا شبد کي ٻڌڻو پوندو جو هر هڪ قوم ۽ ملڪ جي انسان اندر هردم گونجي رهيو آهي. انهيءَ ساڌن سان من بلڪل اسٿر ٿي ويندو.

آتما ۽ شبد ٻئي هم جنس آهن. انهيءَ ڪري انهن جو پاڻ ۾ گهرو تعلق آهي. مالڪ روپي درياءَ جي شبد روپي لهر آتما روپي قطري کي پنهنجي ڪشش دوارا پاڻ ۾ جذب ڪيو ڇڏي. آتما جي لولين نيڻ ڪارڻ من جو آتما جي ڪارڻ ئي چيتن آهي، آتما کان ستا وٺي ئي سگهي ۽ انهيءَ ڪري بلڪل اسٿر ٿيو پوي. اهي ٽيئي ساڌن سٽگورو نام دان ڏيڻ وقت پنهنجي شش کي ڪولي سمجهائيندو آهي.

سمرن دوارا ڦهليل آتما پنهنجي مرڪز تي، جو ٻنهي اکين جي ٻوٽان آهي سميٽجي اچي ڪٺي ٿئي. پوءِ شبد ڏسڻ جي سهاري درجي بدرجي وڪاس ڪندي پنهنجي نج ڌام ۾ وڃي پهچي جو اشبد آهي ۽ جتان ئي شبد ڏسڻ اصل ۾ نڪتي آهي ۽ جتي پهچي آتما کي سچي مڪتي پراپت ٿئي ٿي.

# گورمت سڌانت پستڪ لکڻ جو مقصد ۽ ضرورت

هن پستڪ ۾ پرمارٿ جي اٽل سچاين جو ذڪر آهي نه ڪ ڪنهن خاص ڌرم جي سدانتن جو واد وواد. هتي انهن واقعن ۽ سچاين کي پيش ڪيو ويو آهي، جنهجو سنتن مهاتمائن انڀو ڪيو ۽ جنهجو اڄ ۾ اسين تجربو ڪري سگهون ٿا ۽ جن شش اهڙن پهتل مهاتمائن کان جڳتي وٺي اڀياس ڪيو آهي ۾ پنهنجي تجربي ذريعي انهيءَ نتيجي تي پهتا تہ سنتن جي سکيا سوفي صدي ٺيڪ آهي. جهڙي طرح سائنس جو تجربو ڪجيٿو اهڙيءَ طرح هي روحاني تجربو بہ سکهيٿو. هيءَ ۾ سنتن جي آتمڪ سائنس آهي جا انسان کي پنهنجي اباڻي ٺهار سان ملائيٿي ۽ لوڪ پرلوڪ جي دکن کي دور ڪريٿي.

هن پستڪ ۾ دنيوي علم، اخلاق يا ڌرمي سدانتن جو زياده ذڪر ڪونہ ڪيو ويو آهي ڇاڪاڻ تہ انهن وشين تي اڳيئي ڪيئن ڪتاب لکيا ويا آهن. هتي صرف آتما پرماتما ۽ آتمڪ جيون جو اليک ڪيو ويو آهي ۽ خاص ڪري انهن جگياسين جي لاءِ آهي جنکي پنهنجي آتمڪ انتيءَ جي چنتا ۽ مالڪ سان ملڻ جي سچي تڙپ آهي. آتمڪ جيون لکڻ پڙهڻ جو مضمون ناهي، هيءَ هڪ ذاتي تجربي جي چيز آهي. مالڪ جو مشاهدو، مذهبي ڪرتن ۽ شريعتن کان اوچو ۽ نيارو آهي ۽ جپ تپ، پوڄا پاٺ، ۽ ٻين ڪيرتن جو سار آهي. دراصل اهو هڪ ذاتي تجربو آهي.

گورو گرنٿ صاحب ۾ شبدن جي تفصيل ۽ ترتيب راڳن جي مطابق دليل آهي پر پرماتما ڇا آهي، ڪيئن پراپت ٿيندو، انهن وشين تي ٻاڻي هڪ هنڌ ڪٺي ڪري لکي نہ

وڌي آهي، انهيءَ ڪري سمت مت جا اصول پوريءَ طرح سمجهه ۾ نٿا اچن. اهو ڪرڻ لاءِ اوکو هو ۽ انهيءَ جي ضرورت به گهٽ هئي. واهگوروءَ جي اسم ڪرڻ سان هي ڪم هٿ ۾ ڪيو ويو ۽ بنياد جي روپ ۾ اوهان جي اڳيان رکجي ٿو. ممڪن آهي ته انهيءَ ۾ ڪيئي خاميون رهجي وڃن جن جي اميد ته آئينده ڇاپن ۾ سڌاريون وينديون.

گورو گرنٿ صاحب ۾ امرت باڻي ۽ سکيا جو لاثاني خزانو پيل آهي. انهن انمول روحاني ڳڻن ۽ پرماڻي رازن جو ورڻن آهي جي گورو صاحبن ۽ ٻين مهاپرشن جي لکڻيءَ ۾ آيا. ڇنڊڇاڻ ڪبي ته هي ڪرامت اهي اهڙا موتين جو هڪ پرپور ساگر آهي ۽ جيڪي پرامي گورباڻيءَ جي اپديش الوسار ٽٻيون هڻندا، انهن کي اوس اهي موتي هٿ لڳندا.

”رتنا رتن پدارٿ ٻهه ساگر پرڀا رام،
باڻي گر باڻي لاڳي تن هٿ چڙهيا رام.“

(آسا محله ۴، ۱۶-۴۴۲)

ڀائي گرداس جن فرمائين ٿا ته جهڙي طرح سڀ پدارٿ سمنڊ ۾ موجود آهن ۽ ان مان هنس کي موتي ملن ٿا، اهڙيءَ طرح گورباڻيءَ ۾ به سڀني قسمن جا خزانا آهن ۽ جيڪو انهيءَ جي گهرائيءَ ۾ ويندو ٽٻي هڻندو اوس پرماڻي موتي ملندا.

”جيسي لو سڪل نڌي پورن سمند ر بکي،
هنس مر جيو سنچي پرساد پاوي،
تيسي گوربائي اکي سکل پدارٿ هئه،
جوئي جوئي کوجي سوئي سوئي پنچاولي.“

(ڪبت ۵۴۶)

پر انهن روحاني رتن کي ڳولڻ لاءِ ڪنهن پورن روحاني رهبر جي ضرورت آهي. هيلتائين انهيءَ مقصد کي پوري ڪرڻ لاءِ ڪيئي ڪرامت لکيا ويا آهن. جن جگياس کي

نالو ٻڌايو آهي . پر اڄڪلهه جي وگيانڪ طريقي سوچيندڙ
جگياسن کي اهي پستڪ گهڻ پسند اچن ٿا ڇاڪاڻ ته انهن
۾ ٻاڻيءَ جي وياکيا کولي نه ڪئي ويئي آهي . انهيءَ ڪري
انهيءَ ڳالهه جي اهم ضرورت محسوس ڪئي ويئي ته
گورو گرنٿ صاحب جي خاص خاص وشين کي ترتيب مطابق
ٿاهي پيش ڪجي مثال طور هر ڪنهن کي خبر آهي ته نام
جو جاپ ڪرڻ لاڀدائڪ آهي . پر اهو سمجهڻ بلڪل ضروري
آهي ته "نام" ڇا آهي ۽ "نام جو جپڻ" ڇا کي ٿو چئجي؟
اهو نام آهي ڪٿي ۽ حاصل ڪيئن ٿيندو؟ ظاهري ايشمار
ناءُن جي حيثيت ڪهڙي آهي ۽ انهيءَ اصلي نام کي ڇو
جپڻ کپي ۽ انهيءَ جپڻ مان ڪهڙو ڦل ملندو؟ اهڙي طرح
گورو گرنٿ صاحب ۾ ڪم آندل انيڪ لفظن جهڙوڪ شبد،
انحد شبد، پنج شبد، ٻاڻي، گورٻاڻي، ڪيرتن، گيان،
امرت، گورو، گوروديو، ستگورو، سوامي، هرراءِ،
ايڪنڪار، رام راءِ، ڪال، ڌرم راءِ وغيره کي لکي پڙهي
سواسو مختلف وشين مطابق ٿاهي گورٻاڻيءَ جي اصلي وچارن
کي ترتيب ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي . هرهڪ
ٻاب کي شروع ڪرڻ کان اڳ انهيءَ جي مضمون تي گهرو
وچار ڪري انهيءَ جي پرستاونا ڏني ويئي آهي . جنهن ۾
گورو ٻاڻيءَ جي ٻاريڪ نقطن کي کولي سمجهائڻ جي ڪوشش
ڪئي ويئي آهي . انهيءَ سان گڏ مختلف ڌرمن ۽ ديسن
جي مهاتمائن جا انهن وشين تي وچار به لکيا ويا آهن .
انهيءَ لاءِ ته سنت مت ڪنهن خاص ذات يا ڌرم جو ورثو
نه آهي بلڪ هي سڀني انسانن جو مشترڪ خزانو آهي ۽
سڀني مهاتمائن کي مالڪ جي ميلاپ جو جيڪو انڀو حاصل
ٿيو سو به سڀني لاءِ هڪجهڙو آهي . پرماتما سڀني جو سائيو
آهي ۽ انسان سڀ سمان آهن ۽ سڀن حق به ساڳيا آهن .

مالڪ سيڌي جي اندر ساڳي سامگري رکي آهي ۽ انهيءَ ڪري مالڪ سان مِلاپ جو مارگ به هڪ ئي آهي ۽ اهو آهي نام، شبد، باڻي، سرتِ، ڪلمو يا Word جو مارگ. هي سرت شبد يوگ جو مارگ آهي ۽ سڀني جي اندر ڳجهه آهي جنهن کي پرگهٽ ڪرڻ لاءِ گروءَ ۽ ابهياس جي ضرورت آهي. روحانيت جي روشني ۽ باڻي آهي صرف نام يا شبد جنهن جي پراپتيءَ سان اندر جي سڀ بک ۽ پياس مٽجي سگهي ٿي. هن پستڪ ۾ انهيءَ نام کي چٽيءَ طرح کولي سمجهايو ويو آهي ۽ انجي وياکيا ڪئي وئي آهي. هي پستڪ پنهنجي ڍنگ جو هڪ نرالو ۽ انوکو گرنٿ آهي جو جگياسن، نام جي پياسن، ودوانن ۽ پرچارڪن لاءِ لاڀدائڪ ثابت ٿيندو.

اڄڪلهه پرش هر هڪ وستوءَ جي باري ۾ ڄاڻڻ چاهيندا آهن ته ”هي ڇا آهي؟ ائين ڇو آهي؟ ۽ اهو ڪيئن آهي؟“ (Why and where fore) اهڙن جگياسن جي تسليءَ لاءِ هن پستڪ ۾ ڪوشش ڪئي وئي آهي. جيتوڻيڪ دراصل پرم ستيه لابيان آهي ۽ صرف انڀو دوارا ئي انکي سمجهي سگهجي ٿو. هي من بڌيءَ جو مضمون نه آهي ۽ اها چيز صرف انڀويءَ مهان هستيءَ وٽان ملي سگهي ٿي. جنهن پنهنجي اندر پرگهٽ ڪئي آهي. ان اکرن ۾ ڪٿي ڪٿي چئجي ته ”گرو“ ۽ ”نام“ جي اوٽ وٺو ته سڀ پرمارٿي ڪارج سڌ ٿي ويندا. جي هڪ ئي اشاري ۾ پرمارٿ کي سمجهڻ ٿا چاهيو ته بس ڪنهن سچي ڪمائيءَ واري مهاتما وٽ وڃو ۽ سندس ٻڌايل مارگ تي هلو. پر جي وستار سان سمجهڻ چاهيو ٿا ته پڙهو ڪنهن عامل باعمل انڀوي ڏرڍام پهتل ودوان جي سنگت ڪيو.

جي ڀاڱن سان ڀورن سنت ملي وڃي ته ڀوءِ ڪنهن ٻئي گرنٿ ڀڙهڻ جي ضرورت ئي ڪانهي. اهڙا ڪامل پرش انسان جي دل روپي گرنٿ کي پڙهن ٿا جو ئي اصلي ويد آهي ۽ جنهن مان سڀ ڌرم شاستر پرگهٽ ٿيا آهن. انساني ديهه ئي سچو هري مندر آهي جنهن ۾ پرميشور نواس ڪري ٿو. جيڪڏهن تو هن ڪايا جي کوج ڪئي ته ڀوءِ تون خود ديهه ڌاري گياني ڌياني ٿي پوندين ۽ پرڀوءَ کي پراپت ڪندين.

## گورمت سڌانت گرنٿ ۾ ڇا آهي؟

هي گرنٿ وري واچارڻ ڀوگيه آهي. هن جا ٻه ڀاڱا آهن. پهرئين ڀاڱي ۾ پرماتما، نام ۽ گورو انهن وشين جي وياکيا ڪئي وئي آهي ۽ گورباڻيءَ جا حوالا ڏئي مضمون کي صاف ڪيو ويو آهي.

سچ پچ ڪو پرميشور آهي؟ جي آهي ته ديال آهي يا ڪال آهي؟ پرميشور ڇا آهي؟ هو هڪ آهي يا انيڪ، جڙ آهي يا چيتن؟ مالڪ آهي ڇا ۽ اسانجو هن سان ڪهڙو تعلق آهي؟ هنجي حيثيت کي سمت ڪيتري قدر ٿا مڃين؟ ڇا اسين ٻه انيڪ دواران هنکي ڄاڻي سگهون ٿا؟ اهو کل مالڪ، سڀ جو سوامي، ڪٿي آهي؟ ان سان ميلاپ ڪيئن ٿي سگهندو؟ هن جي درشن ۽ سمرن جو ڦل ڇا آهي؟ هن پستڪ ۾ انهن سڀني سوالن جو اتر گورباڻيءَ جي آڌار تي ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي.

سنت مت جي سکيا ڏيتواد ۽ اڏيتواد کان نياري آهي. سڀ چون ٿا ته مالڪ آهي ته پوءِ انهيءَ کان پري ڇاڪي رهيو ڇا، جنهنکي اسين پنهنجو اشٽ ڪري مڃون. وحدانيت

جو اصول سڀ کان اوچو ۽ پورڻ آهي پر سنت هڪ قدم اڳتي وڃن ٿا. جتي "هڪ" جو خيال ڪجهه ته "ٻئي" جو خيال انهيءَ سان گڏوگڏ گهمي رهيو. انهيءَ ڪري ٻرهم هڪ هوندي به مايا کان الڳ نه آهي. سچو ڪُل مالڪ نه هڪ آهي نه ٻه، نه ٽي، هو جو آهي سو آهي.

"ايڪ ڪهون تو هئه نهين، دوجا ڪهون تو گار،
جيسا هئه تيسو رهي، ڪهي ڪبير وچار."

انهن مالڪ کي حدن هڪ ڪري ورني ڪرڻ ٿا نه صرف انهيءَ لاءِ ته اسان لاءِ ڪو آسرو ٿي سگهي ٿو، نه دراصل نه ڪو اڪيو ۽ اڻالو آهي.

"هر به اُنس هئه مت ڪر ڦرنڌ،
ڪيا جانا هوءِ ڪنسوري."

(سروپ مٺل ٥، ٩-٦١٢)

سنتن جو اُپديش آهي انهيءَ ايڪنڪار جي پيڻ جاڻڻ جو حقيقت ۾ انت آهي.

"اس ايڪي ڪا جاڻي ڀيد، آپهي ڪرتا آپي ديو."

(رامڪلي محلا ١، ١٨-٩٣٠)

اهو ڪل مالڪ نه ڪال آهي (Negative) نه اڪال (Positive) آهي. هو ڪال ۽ اڪال ٻنهي جو سوامي آهي.

"ڪال اڪال خصم ڪا ڪيا، اه پربهج ٻڌاوڻ."

(مارو ڪيهر ٧-١١٠٤)

انهيءَ جي رچنا نه جڳت جي ٻريچ کي ورڌاڻ لاءِ ڪئي وئي آهي.

جيڪڏهن گرو ڄاڻي ۽ انهن سنتن جا وچن غور سان پڙهبا ته ثابت ٿيندو ته ڪل مالڪ اڪيو، اڻالو ۽ سچو آهي، هو ڪل ڪرتا آهي ۽ "جيرت، جيرت، هريت هرني" ۽

”ٻساد“ ڪري ورڻن ڪيو ويو آهي. سنتن ۽ مهاتمائن هيڪي سوامي، هرراءِ، نرنجن، مهاديال وغيره سڏيو آهي. جڏهن هن پنهنجو ظهور ڪيو ته ”ايڪنڪار“ تي سنسار جو پسارو رچيو.

”جل ٿل مهيئل پورنا سوامي سرجڻ هار،
اَنڪ ڀانت هوءِ پسريا، نانڪ ايڪنڪار.“
(گوڙي محله ۵، ١٢-٢٩٦)

انهيءَ اوستا کي سنتن ست پرش، ايڪنڪار، رامراءِ يا ديال ڪري بيان ڪيو آهي ۽ انهيءَ کان هيٺ ڪندڙن برهمنڊن جي رچنا ڪال ڀڳوان (Negative Power) ڪئي آهي.

انهن هرراءِ وغيره نامن جي تفصيل هن ريت آهي:-

هرراءِ- سوامي رامراءِ- ايڪنڪار ڌرمراءِ- ڪال.

هن پستڪ ۾ انهن پربوءَ جي نالن تي گور باڻيءَ جا حوالا ڏنا ڪافي روشني وڌي ويئي آهي. ”ٻاڻو، شرڻ“ ڇا کي ٿو چئجي؟ ”جڳم“ ڇا آهي؟ ۽ انهن جو پاڻ ۾ ڪهڙو سنبنڌ آهي. انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو ويو آهي.

سوامي شبد روپ آهي ۽ رچنا جو ڪرتا آهي ۽ سڀ ڪاڻ جي جان آهي. شبد ڇا آهي (Sound Principle) شبد ڌن جو واسو ڪٿي آهي، ڪهڙي استان تي شبد پڌرو ۾ اچي ٿو. انهيءَ جي اندر جيڪو پرڪاش آهي سو ڪيئن ڏسي سگهبو، شبد جي ڪمائيءَ جو ڦل ڪهڙو مليٿو، انهد شبد ۽ پنج شبد ڇا آهن، اندريان ۽ باهريان ساز ڇا آهن، نرت ڇا کي ٿو چئجي، نام ۽ ناميءَ جي ضرورت، مالڪ جي مختلف نامن مان ڪهڙو نام پورڻ ڪلياڻڪاري آهي، نام ۽ انجي اصليت

ڇا آهي، نام ۾ ڏنو ۽ پرڪاش آهي، اصلي نام گهمت آهي، نام مالڪ سان ملائڻ جي ڏور آهي، اهو نام، ڪٿي آهي ۽ ڪيئن پرابت ٿئيتو، جنهي جڳن ۾ صرف نام دواران اڌار ٿئي ٿو، نام جو ساڌن سولو آهي، نام جي پڙهڻ ۽ مچڻ جا انيڪ ڦل وغيره انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو ويو آهي.

هري نام، رام نام، هر واهه، گرو نام ۽ گورمک انهن سڀني لفظن جي بہ چڱيءَ طرح وياکيا ڪئي وئي آهي. امرت ڇا آهي، ڪٿي آهي، ڪنهنکي مليتو ۽ انجي نائدن جو بہ ورنن ڪيو ويو آهي. پاڻي ۽ گور پاڻيءَ جي باري ۾ گورو گرنٿ صاحب ۾ ڏنل سڀ وچار بہ هن ڪتاب ۾ درج ڪيا ويا آهن ۽ سمجهايو ويو آهي تہ اها پاڻي ويدن شاسترن ۽لڪ نهي لوڪن کي ٻنائڻ واري طاقت آهي ۽ ساري جڳت جو گورو آهي. اهو نام انادي آهي ۽ جڳن کان هلندو آيو آهي. انهيءَ کي گورمک، پاڻي، الحد پاڻي، ادهر پاڻي ۽ گهمت پاڻي ڪوليو ويو آهي ۽ انهيءَ پاڻيءَ جا انيڪ لاڀ آهن.

گور منتر ۽ ديکشا ڇا آهي ۽ انهيءَ کي حاصل ڪرڻ جي ضرورت لي روشني وڌي وئي آهي. گور پاڻي مطابق اڪثر ۽ گيان ڇا آهي. چرن ڪمل ۽ چرن ڌوڙ کي وستار سان سمجهائيندي لکيو ويو آهي تہ اهي چرن ڪهڙا آهن جن ۾ اسانکي سمائڻو آهي ۽ جن کي دل ۾ ڌارڻ ڪري من بسند ڦل پائجن ٿا ۽ اها چرن ڌوڙ ڪهڙي آهي جنهجو گور پاڻي اشارو ڏئيتي. سرت شبد ڇا آهي ۽ انهيءَ کي ڪيئن حاصل ڪجي، انهيءَ جو مختصر ورنن ڪيو ويو آهي.

مالڪ ۽ نام يا شبد وغيره ۽ سرت شبد يوگ جو پيد گوروءَ کان مليتو. گورو ڇا آهي، ڪير آهي، گوروءَ جا ڄَجا، گورو دڪ آهي يا گهڻا، وقت جو گورو ڪنهنکي او

سڀني جي، موجوده گروءَ جي ضرورت ۽ اڳين گرن جو ڪارڻ، گرو هميشه ايندا رهيا آهن ۽ اڳتي به ايندا، انهيءَ جي لوازمي ثابتي. گروءَ جو ڪم، ڌارمڪ گرنٿ ۽ واچڪ گياني نٿا ڪري سگهن، گرو پد جو حق ڪل مالڪ کان مليتو، گرو جيون کي مڪتي ڏيڻ لاءِ اچيتو، گروءَ جو دنيا ۾ مقصد، گروءَ جو ڪم، گروءَ جو فرض، گرو پرماتما جو خاص ظهور آهي، گروءَ جون ڪهڙيون وشيشتائون آهن، گرو ملي ڪهڙي طرح ٿو ۽ گروءَ جي ميلاپ مان فائدا انهن سڀني وشين کي کولي سمجهايو ويو آهي.

گرو، گرو ديو ۽ ستگروءَ جو الڳ الڳ ورڻن ڪيو ويو آهي. آتما جي مڪتي صرف پوري گروءَ ذريعي ٿي ٿي سگهي ٿي. پوري گروءَ جي سڃاڻ، گرو، گرو ديو ۽ ستگروءَ جي مالڪ سان ايڪتا، گروءَ جي شرڻ، ۽ گروءَ جي بخشش، گروءَ جو مستڪ تي هٿ رکڻ، گروءَ جو حڪم، گروءَ جي سنڀال انهن نقطن تي گرو باڻيءَ جا حوالا ڏنا ويا آهن ۽ گڏوگڏ بناوٽي گرن جا پول پڌرا ڪيا ويا آهن انهيءَ لاءِ ته پڙهي پرکي ۽ جگياسو ڌوکو نه کائي.

## گورمت سنڌالٽ جي ٻئي حصي ۾ ڇا آهي.

ٻئي حصي ۾ برمارٿ جي سادن جي خاص خاص ڳالهين جو بيان ڪيو ويو آهي. ڪيتري شيوا سڀ کان اتم آهي؛ لشڪام ڀاونا، ڌرڪرم، سمرن، ڌيان، ڌن، آسڻ، امرت ويلي جي اهميت انهن سڀني جي وياکيا ڪئي وئي آهي. انهن سادن جو به ذڪر ڪيو ويو آهي جنهن ذريعي سمرن ۾ ترقي حاصل ٿئي ٿي. ويراڳ، جپ، تپ، پوجا، ڀوڳ ۽ ياڳ، ڇا آهن ۽ ڪيئن انهن نيندا، سنسار جي اشورتا باست چتاوني، انهن ڳالهين کي گرمکن ڪري جن جي گرمکن ڪري سان آتما مالڪ جي درگاه ۾ مان پائيندي، فرياد ۽ عاجزيءَ جي برمارٿ جي ڪماليءَ ۾ سهايتا، انهن سڀني جي باري ۾ گوربانيءَ جا رايا ڏنا ويا آهن. اڌڪاري، شش، گورمک، سهاڳڻ، جيون مڪت، ساڌ سنت، گياني، جيوت مرلڪ، اتم جا درجا. انهن لئي گوربانيءَ ۽ ٻين مهاتمائن جا ويچار ڏنا ويا آهن.

اندروني روحاني نظارن، جوت، وغيره جي باطني منزلن جهڙوڪ لُل، امرت سر ۽ سوايج وغيره جنجر اتي آتما ڪرندي، انهن سڀني کي ڪنهن حد تائين بيان ڪيو ويو آهي. جيو آتما ڇا آهي، شرير آتما جو گهر آهي، سچو مندر ۽ مسجد جنهن اندر پرماتما جو درشن ٿئي ٿو ڪٿو آهي ۽ شرير اندر داخل ٿيڻ سان جن وستن جي پراپتي ٿئي ٿي، ان جو ورنن ڪيو ويو آهي.

روحاني راهه ۾ رڪاوٽون ڪهڙيون آهن، من، ممڪ، ڏهاڳڻ ۽ من مت ڪرم ڇا آهن. مايا، ڀرم، هومئن، پنج

وڪار ۽ چغلي ڇا آهي ۽ اهي ڪيئن دور ٿي سگهن ٿا.
شراب، ماس، ننڊ، ٻري صحبت، همت، ڪتني ۽ ڪرٽي
رس ڪس، آشا منشا، سچ، ٻيڪ، ذات پات، ۽ سوتڪ
جي وشين ٿي روشني وڌي وڌي آهي.

سنت مت ۾ اوتارن ۽ ديوتائن جي رتبي کي گرو ٻاڻيءَ
جي سهاينا سان ٺرتم ڪيو ويو آهي. ويدن شاسترن ۽ سمرتين
کي گورو صاحبن ۽ ٻين ڪامل مهاتمائن ڪهڙي دِرشٽيءَ
سان ڏٺو آهي، اهو ٻه سيدن ٻاڻيءَ جي حوالن ذريعي ٻڌايو
ويو آهي.

سنتي، سورمو، سڄڻ، مسلمان، گرو ٻاڻي ڪنهنکي ٿي
چوي. مورتي پوڄا ۽ جوتش جي اصليت کي کولي ظاهر
ڪيو ويو آهي. سچا تيرٿ، پاٺ، نرڪن جا دک، روزي
ڪمائڻ جي ضرورت ۽ جڳتيءَ ٿي ويچار پيش ڪيا ويا آهن.
آخر ۾ سوال جو جواب ۽ خاص خاص وشين ٿي گورو صاحبن
جون هدايتون ۽ لکيون ويون آهن.

## آخرين وينتي

سنتن پرماتما کي ڏٺو آهي ۽ انهيءَ بابت ذڪر به ڪيو آهي.

"نانڪ ڪا پاتشاهه دسي ظاهرا."
(آسا محل ٥، ٧-٣٩٧)

هي شرڀ هريءَ جو مندر آهي ۽ گورمک ٺهيل اسن ۽ انهيءَ مندر جي اندر داخل ٿي پرماتما جو درشن ڪري سگهون ٿا.

"اُدشٽ اگوچر اُلک نرنجن،
سو ديکشنا گورمک آکي."
(سوي راگ محل ۴، ٩-٨٧)

سنتن جي سکيا پهنجو ٻاڻ پرماڻ آهي ۽ انهيءَ کي ٻيءَ ڪنهن به تصديق جي ضرورت ڪانهي. سچ خود پنهنجو ٻاڻ ثبوت آهي ۽ انجي لاءِ ٻيو ثبوت ڏيڻ آهي سچ کي ميڻ بتي ڏيکارڻ يعني مورکتا. سڀني سنتن جو هڪ ئي زاويو آهي جنهنجو اُلبک هرهڪ باب ۾ ڪيو ويو آهي.

جيڪڏهن هن پستڪ ۾ ڪنهن اصول کي وري دهرايو ويو آهي ته صرف انهيءَ خيال سان ته جن خاص خاص وشين سان انهيءَ اصول جو سنبنڌ آهي انهنکي پشٽي ملي. ادبي نقطِ نگاهه کان شايد هي پستڪ اڻپورو لڳي پر هن ۾ انهيءَ بنيادي سڌانت کي جو سڀني ڌرمن جي اندر پرڏان آهي، کولي پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. ڪماڻيءَ وارا مهاتما ڪٿي ڪنهن به ڌرم يا مذهب جا هجن پر هنجو ٻاڻ پر روحاني وشتر رهيو ۽ هو انسان ذات کي اُها سکيا ڏين ٿا ته پرماتما اسان سڀني جو پرم پتا آهي ۽ انسان کي ٻاڻ پر پالمي ۽ پريت رکڻ کپي. اهڙا مهان پرش لفظن جي ٻن پند، مذهبي جهڳڙن ۽ قومي لڙاين کان متي ليندا آهن.

هن پستڪ ۾ خاص طرح ٻه ڳالهيون موجود آهن. هڪ ته سچي روحانيت جو ترتيب وار خزانو جنهنکي پرمارٿ جي راز جي ڪنجي به چئي سگهجي ٿي. ٻيو آهي اصول جن جي ڄاڻ ٻڌائڻ جي جگياسن لاءِ بلڪل ضروري آهي.

هي گرنٿ اڄ ڪلهه جي عام فهم پنجابي زبان ۾ لکيو ويو آهي جنهن ۾ ڪٿين ٻولين جا مروج لفظ ڪم آندا ويا آهن. انهيءَ لاءِ ته هرهڪ انکي سمجهي سگهي. پستڪ جي آخر ۾ گوربانيءَ جي ڏکين لفظن جي معنيٰ به ڏني وئي آهي انهيءَ لاءِ ته پاٺڪ کي باڻي سمجهڻ ۾ سولائي ٿئي. پراچين رشين منين جو مقصد هو.

"Awake, arise and stop not, until the goal is reached."

يعني جاڳو، اٿو ۽ روحانيت جي مارگ تي وک وڌايو ۽ جيستائين منزل مقصود تي نه پهچو تيستائين آرام نه ڪريو. سنت مت هڪ نقد سودو آهي اڌر نه آهي. جيڪڏهن ساڌڪ جيئري ئي اڀياس ڪري پنهنجي اندر مالڪ جو ديدار نٿو ڪري ته موت کانپوءِ مڪتيءَ جو ڪهڙو ڀروسو؟

”مُوئي هُوئي جه مڪت ڏيهگي،
مڪت نه جاني ڪوئلا.“
(ملار نامديو ١٧ - ١٢٩٢)

سچي بندگي ۽ پرماتما سان ميلاپ صرف هن حياتيءَ ۾ ئي ٿي سگهي ٿو. انهيءَ ڪري سنت مهاتما فرمائين ٿا، ”اڄ، اڀياس ڪري، مالڪ جو پنهنجي اندر درشن ڪريو. رباني جمع خرچ ۾ وقت نه وڃايو ۽ همت ڪري هن جنم ۾ ئي پنهنجا اندروني نيتر کولي پرڀوءَ کي ڏسو.“

سنتن جو اصول آهي، ”هينئر ڪريو پوءِ جو ڪهڙو ڀروسو.“

يعني Now or Never جيڪي هيئر نٿا ڪن ۽ اڄ جو ڪم سڀاڻ تي ٿا رکن سي ڪڏهن به ڪامياب نه ٿيندا. وقت جو قدر ڪير ڄاڻائي نه وقت ۽ درياهه جي لهر ڪنهن جو به انتظار نٿا ڪن.

"Time and tide wait for no man."

آخري وينتي آهي ته پريم ٻالڪ هن پستڪ کي اڌار دل سان پڙهن ۽ گورٻاڻيءَ جي سکيا انوسار پنهنجي اصلي گهر پهچڻ جي ڪوشش ڪن ۽ هن امول انساني زندگيءَ کي جا چوراسي لک جونين ۾ اشرف آهي، سڦلو ڪن.

داسن داس

**ساون سنگهه**

# پرمارٿ

رشي مني، سنت مهاتما دنيا ۾ وقت بوقت ايندا رهيا ۽ پنهنجو پنهنجو اُپديش لوڪن کي ڏيندا رهيا. هو مالڪ جي پريم جي رنگ ۾ رنگيل ۽ آنند ۾ مخمور هئا ۽ پرمستيه جا راز ٻڌائي ويا. جيڪي پريمي اهڙن مهاتمائن جي صحبت ۾ آيا سي ئي انهيءَ اپار آنند جو رس ماڻي ويا. پر انهيءَ آنند جي راز کان ڪير واقف ٿي سگهيتو؟ اِنسان ٻنسريءَ جي مڌر ڌن ڪي ٻڌي انهيءَ جي مستيءَ ۾ جهومي سگهيتو پر ٻنسريءَ جو وڄائيندڙ نٿو ٿي پوي. اصلي خوشي ۽ لذت تہ صرف ٻنسريءَ جي وڄائڻ سان ئي پراپت ٿي سگهيتي. ڪامل پرش جا ويچار ڌرم پستڪن ۾ درج ٿيل ضرور آهن پر انهن کي صرف پڙهڻ سان پرمارٿ جو سواد نہ ملي سگهندو. انهيءَ لاءِ ڪمائي ۽ ذاتي تجربي ڪرڻ جي اهم ضرورت آهي. روحانيت لکڻ ۽ پڙهڻ جو مضمون نہ آهي. هيءَ اپياس ۽ انڀوُ جي چيز آهي. علم جو عمل کانسواءِ ڪو مهتو ڪونهي. انهيءَ کان ظاهري علم جي نہ هوندي بہ عمل يا ڪمائي ڪرڻ بهتر آهي ڇاڪاڻ تہ عمل ڪرڻ سان آتما جي گپت شڪتي پرگهٽ ٿيتي. جو اِنسان صرف پرمارٿ جي واقفيت حاصل ڪريتو، پر ان تي عمل نٿو ڪري انهيءَ ۾ روحانيت جو جذبو جاڳرت نٿو ٿئي. انهيءَ ڪري سنتن اپياس ۽ عمل تي زور ڏنو آهي پر هنن علم يا Theory جي سمجهڻ کي بہ ڪافي اهميت ڏني آهي ۽ انهيءَ ضرورت کي ستسنگ

ڏوارن پورو ڪم ورتو. هرهڪ برماڻيءَ کي ستسنگ ڪرڻ جي خاص تاڪيد ڪئي ويئي. اتري قدر جو ستسنگ کي پڃن روپي کٽيءَ جي واڙ ڪرڻ ويو آهي. ستسنگ ۾ هر قسم جي ڏارمڪ ويچار ڌارا جو ڀرپور پيار سان ورتن ڪيو وڃي ٿو انهيءَ سبب جگياسو گرنٿ پوٿين پڙهڻ ۾ روحانيت جي مضمون جو چڱو خاصو ڄاڻو ٿيڻو پوي. پر انهيءَ نظري کي چڱيءَ طرح ذهن نشين ڪرڻ ڪري نه ڄاڻ يا Theory جي بنسبت ذاتي تجربو Practical Self experience بهتر ۽ وڌيڪ لاڀدايڪ آهي ڇاڪاڻ ته برمارٿ ابرا ودبا آهي جا گروءَ جي ڏڪشا ۽ عمل ٻنا پرائي نٿي سگهجي. ڌرم پستڪن جي پڙهڻ سان روحاني راهه جو پتو پئجي سگهندو. پر انهيءَ مان پورو فائدو تڏهن ٿيندو جڏهن اڀياس ڏوارن پنهنجو اندروني انڀو حاصل ڪبو.

” ٻهه ڪرني ڪا ٻيد هه ناهي ٻڌي ٻٌار،
ٻڌي ڇوڙ ڪرني ڪرو تو پائو ڪڇ سار.“
( سار بچن ڇند بند ۲۰۷ )

روحانيت ابرا ودبا ۽ عمل جو مضمون آهي. ٻين، ستار، ٻسري وغيره جي بابت ڪتاب موجود آهن پر انهن جي سکڻ لاءِ هوشيار استاد جي ضرورت آهي. ڪوبه انسان صرف انهن ڪتابن کي پڙهي سازن وڄائڻ ۾ ماهر نٿو ٿي سگهي. انهيءَ پرڪار روحانيت به ٻنا اڀياس ۽ ٻنا مرشد جي حاصل نٿي ڪري سگهجي. ڌرم پستڪن يا گرنٿن کي پڙهڻ سان دماغي طور ڪجهه نه ڪجهه ڄاڻ ضرور حاصل ٿيندي پر برمارٿ جي انڀو پرايت ڪرڻ جي لاڀ کان محروم رهبو. جيئن اکيءَ کي ڪڏهن ڏٺو ٿي ڪونهي سو انهيءَ بابت پڙهي اها ڄاڻ حاصل ڪري سگهي ٿو ته اکيءَ ۾ روشني ؟

گرمي آهي پر اها روشني کهڙي آهي، اونده ۾ اُجالو ڪيئن ٿي ڪري؛ انهيءَ جو سيڪ ڪيئن سرديءَ کي دور ڪري؛ انهن ڳالهين کان هو بلڪل غير واقف رهندو. پر جي توهين باهه کي ڏسو؛ انجي پرسان وهڻ شروع ڪيو ته بنا پڙهڻ جي توهانکي باهه جي بابت پوري ڄاڻ حاصل ٿيندي. جيڪڏهن علم سان گڏ عامل به ٿجي ته پوءِ علم عامل جي گلي ۾ پشپ مالها وانگر زيب ڏيندو. انهيءَ ڪري سنتن ۽ مهاتمائن ڪمائي؛ ابياس تي زور ڏنو آهي. ڪنهن به ساز سکڻ لاءِ ان بابت ڪتاب پڙهڻ جي ضرورت ڪانهي صرف جو انهيءَ هنر کي سکڻ چاهي سو انهيءَ کي همت ۾ ڪٽي ۽ اُستاد کان سکيا وٺي، انهيءَ لاءِ روزمره وقت ڪڍي ابياس ڪري. ائين ڪرڻ سان هو انهيءَ ساز جي وڄائڻ ۾ ماهر ٿي پوندو.

اهڙي طرح جڏهن شيوڪ پرمارٿ جا ساڌن گروءَ کان سکي انهن جو ابياس ڪندو؛ جيڪي خاص نقطا گروءَ جي ستسنگ ۾ ٻڌي انهن کي چڱيءَ طرح گرهڻ ڪندو رهندو ته پوءِ جيئن هو ابياس ۾ اُنتي ڪندو ويندو تيئن هو روحانيت جو عالم به ٿيندو ويندو.

روحانيت روح جي علمي ۽ عملي تعليم جو نالو آهي جا ٻڌائي ٿي ته آتما ڇا آهي؛ آتما جو پرماتما سان ميلاپ ڪيئن ٿي سگهيتو. انهيءَ کي "يوگ" به ڪوٺجي ٿو. يوگ لفظ آهي "يُج" مان جنهنجي معنيٰ آهي "جڙڻ." يعني آتما جو پرماتما سان جڙڻ يا وصال ڪرڻ. اها روحانيت ارتقاءَ سنت مت نهايت پراچين آهي؛ ويدڪ ڪال جي رشين ۽ مهاتمائن به انهيءَ جو پرچار ڪيو پر گپت روپ ۾. انهيءَ وقت يوگ ابياس پراڻايام سان شروع ڪيو ويندو هو جو نهايت مشڪل ۽ خطرناڪ ساڌن هو. انهيءَ ساڌن لاءِ سخت سنجم

جي ضرورت هئي انهيءَ ڪري بلڪل آرا ماڻهو انهيءَ ۾ لڳندا هئا.

انهيءَ روحانيت کي "شبد يوگ" يا "سرت شبد يوگ" ۾ سڏجي ٿو جنهنجو وستار سان ورنن گورمت سڏانت جي پهرئين ڀاڱي ۾ ڪيو ويو آهي. انهيءَ بابت پاتنجلي رشيءَ جي يوگ سوترن، گورک ناٿ جي ٻاڻيءَ، ٻوڌي يوگ آچاريه مت جي گرنٿن، اُپنشدن جي ديوتان پنت ۽ ٻيءَ ويد جي منترن ۾ ذڪر ٿيل آهي. يوناني فيلسوفن ۾ انهيءَ بابت اشارا ڏنا آهن. پارسين جي مهاتما زردشت "زيند اويستا" گرنٿ ۾ انهيءَ شبد يوگ جو ذڪر ڪيو آهي. مسلمان صوفي فقيرن انهيءَ کي "صوت سرمدي" "شغل نصيره" "سلطان ال ذڪار" ڪري بيان ڪيو آهي. چشتي، قلندري ۽ نقش بندي ۾ انهيءَ ۾ وشواس رکن ٿا. ڪبير صاحب، گورو نانڪ صاحب، دادو صاحب ۽ پلٽو صاحب وغيره سنتن نه صرف انهيءَ سرت شبد يوگ جو اُپديش ڪيو آهي. عيساين جي سينٽ جان بائيبل جي شروعاتي وچن ۾ انهيءَ جو صاف ذڪر ڪيو آهي. انتري گيان جي هٺ ڪري انهيءَ سادن جو گهٽو ڪري سيني ڏرمن ۾ پوءِ آورو يا گهٽو رواج هو جو ڏيري ڏيري گم ٿي ويو ۽ دنيا جا امرڪ باهرڪي خيالن، پوجا پاٺ ۽ ڪرم ڌرم ۾ لڳي ويا. "نانڪ ويو اڪري لبڪو پيو ڪُتجي" وارو ليکو وڃي ٿيو آهي ۽ اڄ عام ماڻهو مالڪ جي هستيءَ، هن سان ملڻ جي جڳتيءَ ۽ اندروني روحاني منزلن کان بلڪل بيخبر آهن.

روحاني راهه ۾ هلڻ لاءِ سڀ کان اول مالڪ کي ڄاڻڻ جي ضرورت آهي جنهن بابت گورمت سڏانت ڀاڱي پهرئين ۾ "سوامي" "هري راءِ" "آدي نرنجن" "ايڪنڪار" "رام راءِ" "نرنجن" ۽ "ڪال" جي بابن ۾ ذڪر ڪيو

ويو آهي. شائق جگيياسو وڌيڪ تفصيل لاءِ انهن ٻانين کي پڙهن. هرهڪ انسان جي اندر اهو قدرتي سوال اٿي ٿو ته (١) پرمارٿ ۾ ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت آهي. (٢) مالڪ سان ملڻ جو پورڻ طريقو ڪهڙو آهي ۽ ان جا ڪهڙا ساڌن آهن. (٣) انهيءَ مارگ تي هلڻ لاءِ ڪهڙين چيزن جي ضرورت آهي. (٤) ڪهڙا گڻ ڌارڻ ڪرڻ سان اسين پرمارٿ جي ڪمائيءَ ۾ ڪامياب ٿي سگهون ٿا. سيني ڌارمڪ اپديشن، مذهبي شريعتن ۽ سکيائن ۾ انهن سوالن کي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيل آهي.

## پرمارٿ ۾ ٽن ڳالهين جي ضرورت آهي

سنتن جي سکيا جا ٽي بنيادي اصول آهن. (١) ستگورو (٢) ستسنگ (٣) ست شبد. گورو هجي پر پورو جنهنجي اندر ستيه جو پرڪاش پرگهٽ هجي ۽ جو مالڪ سان جڙيل هجي ۽ جنهنجي صحبت ڏياران "سچ جو سنگ" يعني "ستسنگ" حاصل ٿئي، سندس روحانيت جو رنگ اسان تي چڙهي ۽ سچي نام يعني ستنام جي پراپتي ٿئي. جيستائين ستگورو نه ملندو تيستائين انسان اگيان جي اندهيري مان ڪيئن نڪري سگهندو؟ جيستائين اهڙي ڪامل مرشد جي صحبت نه ملندي تيستائين روحانيت جو تت نه ملندو ۽ نڪو آتمڪ گيان جاڳرت ٿي سگهندو. جيستائين ٻاهرين ٽون ڏوارن کان هٽي اسانجو اندروني تعلق "سچي نام" يعني "ناميءَ" سان نه ٿيندو تيستائين آتمڪ ڪلياڻ ناممڪن آهي.

## مالڪ سان ميلاپ جو مڪمل طريقو ۽ انجا ساڌن

آتما پرماتما جي انس آهي.

"ڪهه ڪبير اهو رام ڪي انس."

(گونڊ ڪبيرجي ٨٧١-١٠)

روح امر ربي آهي ۽ شرير اندر انهيءَ املهه جوهر جي ڪارڻ ئي جسم قائم آهي ۽ من ۽ اندريون پنهنجو ڪارج ڪن ٿيون. سنتن انهيءَ جوهر کي پنهنجي اصلي خزاني سان ملائڻ جو اپديش ڪيو آهي. جڏهن ساڌڪ جو ڌيان انهيءَ اندروني آتمڪ مارگ ۾ ايڪاگر ٿيئيٿو ته ڏيري ڏيري سندس حالت بدلجڻ لڳيتي ۽ ستهه جي جهلڪ ملڻ سان سڀ جڙ پدارٿ لچ نظر اچن ٿا. انهيءَ سچي ۽ پوتر جوهر جي ٻمنڪ شرير روپي محل ۾ اکين جي پويان آهي جتان انهيءَ جوهر جون چيتن لهرون پکڙجي شرير کي چيتنتا ۽ سنا بخشين ٿيون. انهيءَ سرت (آتما) جو ذاتي خزانو آهي آدي شبد جو "ست شبد"، "سار شبد" ۽ "انحد شبد" جو آڌار آهي. سرت انحد شبد کي پڪڙي سهسدل ڪنول، جو جوگين جو آخرين مقام آهي، کي پار ڪري ترلوڪيءَ ڪان مٿي سار شبد ۾ ملي آخر آدي شبد ۾ سمائجي وڃيتي. ترلوڪيءَ تائين سڀ منڊل پرلئه ۾ ناس ٿي وڃن ٿا ۽ مها پرلئه ۾ ست لوڪ کان هيٺ سڀ مقام ڊهي پون ٿا. جيئڪا سرت يا آتما انحد شبد کي پڪڙي سار شبد ۽ ست شبد سان جڙي آدي شبد ۾ جلد ئي وڃيتي سا آخري مقام ۾ پهچي ڪل مالڪ سان ملي وڃيتي. انهيءَ ڪري سرت شبد يوڳ جي ڪمائيءَ جو طريقو ئي هڪ پورڻ ساڌن آهي جو آتما کي ڌرڌام پهچائي ٿو. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته ڀوساگر

مان پار ٽپڻ لاءِ شبد جي ڪمائي اهم ضروري آهي ڇاڪاڻ ته انهيءَ ڪمائيءَ جي ذريعي انسان دنيا ۾ رهندي سنساري بندنن جي ميل کان بي داغ ۽ بي اثر رهيتو. جهڙي طرح ڪنول جو گل پاڻيءَ ۾ پيدا ٿيئيتو، پاڻيءَ ۾ ئي رهي ٿو پر سدائين پاڻيءَ کان مٿي ۽ نيارو رهيتو يا جيئن مرغابي پاڻيءَ جي اثر کان نياري ٿي رهي ۽ جڏهن اڏامي ٿي ته خشڪ پرن سان. ڪبير صاحب، پين ڪيتون سنتن ۽ سکن جي ڏهن گورن انهيءَ سرت شبد يوگ جو پرچار ڪيو.

"نانڪ نام نرنجن جانيئه،
ڪيني يگت پريم لو لائي.
ٽالي انگد انگ سنگ پيو سائر،
تن شبد سرت ڪيني ٿر ڪائي."
(سوئيٽي محله، ۴-۱۴۰۶)

اهو مالڪ سان ملڻ جو مڪمل طريقو آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته اسانجو پريتم سنسار ساگر جي پرئين ڪناري تي آهي ۽ اسين هن ڪناري تي وينا آهيون. گورو اسانجي سرت کي شبد سان جوڙي اسانکي انهيءَ ساگر مان پار ڪري ٿو ڇڏي.

"پار ساجن اپار پريتم،
گر شبد سرت لنگهاوئي."
(لکاري محله ۱، ۱۱-۱۱۱۳)

اهو پورڻ ساڌن نه صرف ڪل مالڪ تائين پهچائي ٿو بلڪ هو قدرتي، نهايت آسان ۽ جلدي ڦل ڏيڻ وارو به آهي. انهيءَ ۾ ڪمائيءَ ۾ پراڻايام وغيره جي ساڌنن جون مشڪلاتون رپيش نٿيون اچن. دراصل، اهڙن ساڌنن جي ضرورت ئي ڪانه ٿي پوي ۽ نڪو ڪم ڪار، قوم مذهب يا گهر بار ڇڏڻو پوي. ساري دنيا لاءِ هڪڙو ئي قدرتي طريقو آهي.

## سرت شبد يوگ جا ٽي ساڌن

هن سنسار ۾ ڪيترن رشي ۽ مني، يوگي ۽ ٻڌ، ساڌو ۽ تيرٿنڪر، نبي ۽ رسول آيا ۽ جنهن جيتري روحاني ترقي ۽ رسائي هئي اوتري سکيا پنهنجي ششن کي ڏيئي ويا. انهنکي دنيا جي مختلف مت متانترن جا بربا ڪندڙ مڃيو وڃيٿو ۽ انهن جا اُپديش سندن ڌرم پستڪن ۾ درج ٿيل آهن. جيستائين انهن مهاتمائن جا شبوڪ سندن سکيا انوسار انترمک ڪمائي ڪندا رهيا تيستائين ڪين روحاني فيض ملندو رهيو ۽ ڏيري ڏيري جيئن هو باهر مکي ٿيندا ويا تيئن اصلي آتمڪ گيان کان محروم ٿيندا ويا ۽ صرف لفظن جي چڪر ۾ ڦاسي پيا. رشين منن کي سماڌيءَ دواران جيڪو گيان حاصل ٿيو اهو ويدن، اپنشدن ۽ شاسترن ۾ درج آهي. مهاتما ٻڌ جي نرواڻ ٻڌ سبدي ”پرڪاش ۾ شبد“ جو تجربو پوڏي ڪتابن ۾ لکيل آهي. حضرت موسيٰ ڪمائي ڪري خدا جو نور سنجهي اندر ڪوه طور (جبل) تي ڏٺو. حضرت محمد صاحب [illegible] ۾ ست سال ايڪالسه ۾ ويهي پڇن ڪبو ۽ پنهنجي [illegible] جهنڪار ۽ بانگِ الاهي يا ڪلمو ٻڌو ۽ جنهن جو [illegible] ڪتابن ۾ لکيل آهي. حضرت عيسيٰ اجازت ۽ [illegible] نفسي اختيار ڪئي ۽ انترمک ساڌنا ڪانهوءَ ٿي [illegible] ”شبد“ (Word) جو سنديش ڏنو. اهڙيءَ طرح حضرت [illegible] جي ”سروشا“ جي سکيا سندس انترمک [illegible] جو نتيجو هئي.

[illegible] بخاري مرل چڪر جي، وشنو ۽ اگني [illegible] چڪر جي، ڪيلاش لواسي ڀڳوان شو [illegible] چڪر جي ۽ شڪتيءَ جا اپاسڪ ڪمل [illegible]. ترڪي جي ٿيسري تل جي جوت

نرنجن جا پوڄاري آهن ۽ انهيءَ کان وڌيڪ ڪمائيءَ وارن
يوگيشورن جا برهم جي سورج بابت اشارا گايتري منتر ۾
ملن ٿا. حضرت عيسيٰ، سينٽ جان ۽ مٿيوز پيٽر آدڪ جا
اپديش انجيل ۾ درج آهن. پارسي مت جي استاپڪ زردشت
جي اَملهه روحاني تجربن جو ذڪر "زيند" وغيره گرنٿن ۾
ڪيل آهي. انهيءَ پرڪار پورب ۽ پڇم جي فيلسوفن جي
تجربن جو نچوڙ سندن پستڪن ۾ مليتو. انهن سڀني گرنٿن ۾
ڌارمڪ مهان هستين جا روحاني اشارا قلمبند ٿيل آهن. اڄ
ويهين صديءَ ۾ روحاني ترقي حاصل ڪرڻ لاءِ اسان وٽ
گهڻيئي نسخا موجود آهن. پر اول ته اهي پستڪ عام فهم زبان
۾ لکيل ڪونهن ۽ ٻيو صرف انهن ودوانن جا ترجما موجود
آهن جي هنن عقل ۽ هڏيءَ جي سهاري ڪيا. ڌرمي پستڪن
۾ انترمڪ روحاني چڙهائيءَ جا اشارا ڏنل آهن جنڪي صرف
ڪو عالم با عمل ئي (ودوان اڀياسي) سمجهي سگهندو نه ته
اهي راز گپت ئي رهن ٿا. اهڙن رازن کي نه صرف ڪو
ڪمائيءَ وارو مهاتما ئي کولي سمجهائي سگهيتو.

گرنٿن پوٿين کي جڏهن غور سان پڙهبو ته معلوم ٿيندو ته
انهن ۾ ٻن قسمن جا ساڌن لکيل آهن. پهريان باهرمکي ساڌن
جي پرمارٿ جي جگياسين لاءِ الف ب (شروعاتي ساڌن)
جو ڪم ڏين ٿا. ٻيا انترمکي، جن جو سڌو تعلق اسانجي
آتمڪ اُنتيءَ سان آهي. پهرين ۾ شريعتن جا رواج ۽ رسمون،
نماز، پوڄا، قران شريف ۽ ٻين مذهبي ڪتابن جو پاٺ، حج،
تيرٿ ياترا، روزا، ذڪراٺ ۽ دسونتد، صوفي مجلس ۽
ستسنگ، سماع، ڪيرتن ۽ ٻيا ڪرمڪانڊ جا ساڌن اچي وڃن
ٿا. ٻين ۾ اهي انترمک ساڌن شامل آهن جنجو سٻنڌ اسانجي
انهيءَ پرم تتو سان آهي جنهنکي ويدانتي آتما يا جيو آتما
سڏين ٿا ۽ جنهنکي صوفي فقير روح چون ٿا جو امر ربي

( پرماتما جو انش ) آهي.

"امر ربي است روح و سر خدا است،
ذڪر بي ڪام و بي زبان او راست."

اها اسانجي اندر اسانجي چيتنا آهي جنهنجو اڻ اسين اکين جي پوڻان ڪيون ٿا. انهيءَ جو ڪم آهي توجهه يا ڌيان (Attention). سنتن انهيءَ کي سرت ڪري ڪوٺيو آهي. سرت توجهه کي چئجي ٿو جنهن سان چيتنا جو تعلق آهي. اها اسانجي اندر آهي ۽ ساري شرير کي سَتا بخشي ٿي. اهو انساني قالب جي اندر اصلي جوهر آهي جنهنکي اسانکي سمجهڻو آهي، ڄاڻڻو آهي ۽ جنهنکي سڀني بندشن کان آزاد ڪرڻو آهي. اها سڀني ڌرمن جي مهاتمائن ڏني آهي. اپنشدن جي پڪار آهي، "اپني آپ کو جانو". حضرت عيسيٰ فرمائي ٿو، "Know Thyself" (پنهنجي پاڻ کي ڄاڻو). براهمڻ پرتاني مهاتمائن به انهيءَ جا گيت ڳايا آهن. گرو نانڪ صاحب جن به فرمائن ٿا ته جيستائين اسين پاڻ کي نه ڄاڻنداسين تيستائين مايا جو پردو نه هٽندو.

"جن نانڪ بن آپا چيني،
مٽي نه ڀرم ڪي ڪائي."
(ڌناسري محلا ٩، ١٨-٦٨٤)

سڀني سنتن انهيءَ ٿي سار لاءِ جو تجربو ڪيو ۽ انهيءَ کي پنهنجي اصلي بيدار ڏاتين موڙڻ جي سکيا ڏني. جيستائين اسانجو ڌيان سنسار ۽ سنساري پدارٿن جي طرف رهي ٿو تيستائين ڏک سک ۽ بندن قائم رهن ٿا ۽ جڏهن سرت جو رخ پنهنجي اصلي ذات يعني مالڪ جي طرف موڙجي ٿو ته اهو هوءِ ڏک سک جي دائري کان مٿي رهيتي ۽ اِن بر اهي اهاي ڪڻ پرکيت لمن ٿا جي پترين ٿي مدتيس گمس روپ ۽ موجود آهي.

"ڪهه ڪبير اِهو رام ڪي انس."

(گونڊ ڪبير جي ١٠-١٨٧)

جنهن پدارٿ جو انس آهي تنهنجو انسي به ضرور هوندو جڏهن هيءَ سرت جا ڪل مالڪ جي انس آهي پنهنجي ڪل ڏانهن مُڙي ٿي ته پوءِ هوءَ ڪل (مالڪ) جو ئي روپ اختيار ڪري ٿي.

"تو جزوي حق ڪل آنست،
انديشه ڪل ڪني ڪل باشي."

سرت، من يا بُڌي نه آهي. من ۽ بُڌي ته سندس استعمال لاءِ هٿيار آهن. عام فيلسوف انهيءَ اچي ڏوکو کائيندا آهن. سرت جو مالڪ سان ميلاپ آهي سچو گيان، جنهنکي پراپت ڪرڻ جي رٿ کي "پنهنجو ڪم" سڏيو ويو آهي. سرت جو پنهنجي اصليت سان جڙڻ آهي سچي يڳتي. انترمک ساڌن جو مقصد آهي آتما کي شرير ۽ انهي بين بندن کان مڪت ڪرڻ. اهي ساڌن ٽن قسمن جا آهن. پهريون اهو جو سرت جي زبان سان ڪجي ٿو جنهنکي "سمرن" ڪوٺيو ويو آهي. ٻيو جو سرت جي اکين سان ٿئيٿو جنهنکي ڌيان سڏجي ٿو ۽ ٽيون سرت جي ڪنن دوارا ڪجيٿو جنهنکي سرتي، (جنهنجي سنسڪرت ۾ معنيٰ آهي ٻڌو ويو) "ڌُن" يا ڀڄن سڏيو ويو آهي.

## سمرن

سمرن ۾ گھڻن ئي قسمن جا جپ اچي وڃن ٿا. ڪي هٿ جي آڱرين جي سهاري، ڪي زبان ذريعي، ڪي گلي سان، ڪي هردي سان ۽ ٻيا وري ناڀي چڪر ئي پراڻن جي هلور ذريعي سمرن ڪن ٿا. سمرن ڪندي جي سرت ساڻ رهي ته پوءِ اهو سمرن ڪجھ لاڀدايڪ ٿيندو. جيڪڏهن هٿ سان مالها ڦيري، زبان سمرن پيئي ڪندي ۽ من ٻاهر پيو ڊوڙندو يا سمرن گلي يا هردي ۾ پيو ٿئي ۽ من جا خيال دنيا جي طرف جهڪيل آهن ته اهڙي قسم جي سمرن مان پورو فائدو ڪڏهن به نه ٿيندو.

”مالا تو ڪر ميهن ڦري جيڀ ڦري مک ماهين،
منوا تو دهه دس ڦـــري يهه تو سمرن ناهين،
ڪها ڪري انگري گني من ڌاوي چهون اور،
جهه ڦيري سائين ملي سو ڀيا ڪاٺ ڪٺور.“
(ڪبير صاحب)

سمرني ۽ ٻين ٻاهرين ساڌنن جي سهاري سمرن ڪرڻ گهٽ درجي جو سمرن آهي. زبان جو، گلي جو ۽ هردي جو سمرن درجي بدرجي بهتر آهي.

مسلمان فقير به ذڪر (سمرن) ڪيترن طريقن سان ڪندا آهن. (١) لساني، جو زبان سان ڪبو آهي. (٢) قلبي، جو دل تي لوح رکي ڪبو آهي. (٣) روحي، جو ليسري تل تي ڌيان ڪري ڪري ڪبو آهي، جنهنڪي ڪمالي معرفت يا جبروت ... آهي. (٤) سري، جو انترمک پد حاصل ڪرڻ لاءِ ... آهي ۽ جنهنڪي ڪمالي حقيقت يا لاهوت به سڏبو آهي. ... جو مخفي طريقو آهي ۽ انهيءَ کي ڪمالي هاهوت ... سري ۽ خفي علم سينه بسينه پراوديا آهي جنهنجو ...

اهي سمرن جا ساڌن جڏهن سرت يا توج سان ڪيا وڃن
تا ته ڪنهن حد تائين قلدايڪ ٿي سگهن ٿا. هڪ مهاتما جو
فرمان آهي :-

”ذڪر زبان يڪ لڪ،
ذڪر قلب سم سم ذڪر روحي راحت جان.“

مالها وغيره ۽ زبان سان سمرن عارضي آهي. سرت جي
زبان سان آتما جي استان تي توج رکي سمرن ڪرڻ، جنهکي
ذڪر روحي وغيره چئجي ٿو اوچي ۾ اوچي درجي جو سمرن
آهي ۽ جنهنجو گيان ڪمائيءَ وارن مهاتمائن وٽان مليتو.

سنتن ذڪر يا سمرن جي ٻين سيني ساڌن کي جڏي
انهيءَ بنيادي اصول کي اهميت ڏني آهي يعني سرت يا
توج جي زبان سان جپ ڪرڻ. سرت شرير من ۽ اندرين
سيني کي سهارو ڏيڻ واري شڪتي آهي، انهيءَ ڪري
سرت دواران سمرن شرير من ۽ اندرين کي ايڪاگر ڪريتو.
ٻين سمرن جي طريقن سان دل جي صفائي ٿئي ٿي، ڪي
سواد ٻه اچيتو، دل جو حال پروڙي سگهجيتو ۽ ٻيون رڌيون
سڌيون جاڳرت ٿين ٿيون پر پنهنجي اندر ايڪاگرتا حاصل
ڪرڻ، اڳيان جو پڙدو هٽائي انحد جي جهنڪار ٻڌڻ ممڪن
نه آهي.. انهن ساڌن ذريعي آتما مٿين روحاني منڊلن ۾
پرويش نٿي ڪري سگهي.

”پريم ڪي سمرن اُنهد جهنڪار،
سڪ پريم سمرن ڪا اُنت نه پار.“
(گوڙي محل ٥، ١۴ - ٢٦٣)

## سمرڻ انترمک ٽيڪ جو آسان طريقو آهي

سمرڻ جپ ٻڌڪ جو هڪ اهم ضروري ساڌن آهي. جيڪڏهن سمرڻ لوچ يا سرت جي زبان سان ڪرڻ سمرڻ ڪندي ڪندي دل ۾ جنهن جو سمرڻ ڪيو اٿئي، تنهن جي دل سان سنبنڌ جڙي پوندو. اهڙي اوستا ۾ ساڌڪ جي اندران سنساري سڀ خيال ناس ٿيو وڃن ۽ هردي ۾ پريتم جو ڌيان وسيو وڃي بلڪ هر هنڌ پريتم ئي پريتم نظر اچيندو.

”ڪبير تون تون ڪرتا تون هوئا،
مجهه مهه رها نه هون.
جب آپا پر ڪا مٽ گئيا،
جت ديکهه تت تون.“
(سلوڪ ڪبير جي، ١٠-١٣٧٥)

جنهن انسان جي دل ۾ پرڀوءَ جي ياد ڪا نسواهه پيو خيال ئي نٿو اٿي سوئي سنسار ۾ پورڻ پرش آهي.

”ڪهي ڪبير ڀوون جگ سوئي،
جا ڪي هردي اَور نه هوئي.“
(گئوڙي ڪبير جي، ١١-٣٣١)

اسين اندرين جي دوارن ٻاهر ڀٽڪي رهيا آهيون. غور سان ڏسبو ته اٿئي ڀٽڪڻ جا ٽي مکيه ذريعا آهن. (١) زبان سان ڳالهه ٻولهه ذريعي. (٢) اکين سان ڏسي ۽ اشارن ذريعي ٻين جا سنسڪار کڻڻ ۽ ٻين کي ڏيڻ. (٣) ڪنن سان ٻڌڻ دوارن. اهڙيءَ طرح اسانجي من ۾ دنيا جا سنسڪار واسو ڪن ٿا. جن کان بچڻ لاءِ زبان کي مالڪ جي سمرڻ ۾ لڳائبو آهي. ائين ڪرڻ سان پرڀوءَ جي ياد جو سنسڪار چت ۾ سمائبو ويندو ۽ جڏهن سمرڻ پڪل ٿيندو ته اکيان سڀ سنسڪار متي ويندا ۽ جڏهن ٻه ڪو خيال دل ۾ اٿندو ته

ڪٽي نہ صرف مالڪ جو. انهيءَ پرڪار آسانيءَ سان چت جي ايڪاگرتا پراپت ٿئي ٿي. سمرن هڪ قدرتي ۽ آسان ساڌن آهي جو هرهڪ ڪري سگهي ٿو. پنهنجي اندر جهاتي پائڻ لاءِ پراڻايام، اشٽانگ يوگ وغيره پيا ساڌن به آهن جي اول تہ ڪرڻ مشڪل آهن ۽ ٻيو تہ بناوٽي (Artificial) آهن جنکي گرهستي ۽ ڪمزور ماڻهو ڪري نہ سگهندا.

## سمرن ڇا آهي ۽ ڪهڙيءَ ريت ڪرڻ جڳائي

سمرن ڇڄجي ٿو هر سواس ۾ مالڪ جي نام جپڻ کي، انهيءَ لاءِ تہ سمرن ڪندڙ مالڪ ۾ رمجي وڃي. ڪنهن جاڳرت هستيءَ يا ڪامل فقير جي ٻڌايل نام يا نامن جو سمرن ڪرڻ نهايت فائديمند ٿيندو آهي ڇاڪاڻ تہ انهيءَ ۾ "سڌيءَ" (Thought Transference) جي ڪارڻ جلدي ڪاميابي حاصل ٿيئي، متين روحاني منڊلن ۾ ڪابہ رڪاوٽ در پيش نٿي اچي ۽ آتمڪ اُنتيءَ جو رستو کلندو وڃيتو.

ڪنهن بہ سرل نموني جو آسڻ لڳائي، پنهنجي خيال کي اکين جي پوپان پٺيان ٻنهي ڀرن جي وچ ۾ رکي سرت جي زبان سان پوري شوق ۽ پريم سان سمرن ڪيو. اهين سمرن ڪرڻ سان من جي چنچلتا دور ٿيئي ۽ اوچي درجي جي ايڪاگرتا حاصل ٿيئي. سمرن توهين هلندي چلندي هر حالت ۾ ڪري سگهو ٿا. انهيءَ لاءِ ڪاروبار ڇڏڻ جي ضرورت نہ آهي. تن من ۽ وچن کي استر رکي باقاعدي سمرن ڪرڻ کپي. سمرن ڪندي سرت ۽ نرت جي يڪسوئي بہ ضروري آهي. اهڙي مڪمل طريقي سان هڪ گهڙيءَ جو ڪيل سمرن ٻين طريقن سان جڳن تائين ڪيل سمرن کان اُتي سريشٽ آهي.

"لن لسو من تنو ٽين لسو سوعه نوعه لسو هوءِ،
ڪهي ڪبير اس پلڪ کو ڪلپ نہ پاوي ڪوءِ."
(ڪبير صاحب)

## سمرن جو مقصد

سمرن جو مقصد آهي پربهء جو درشن ڪرڻ. اهو اَنيڻ صرف آلما يا سرعه ذريعي ئي سگهيتو ۽ نہ ڪ من، اندرين ۽ عقل دوارا. جيستائين سرعه يا آلما شرير جي روم روم ۽ سنسارڪ پدارٿن ۾ قائل رهي ٿي تيستائين هري درشن ناممڪن آهي. لڳاتار باقاعدي سمرن اسانجي لوج يا سرعه کي سنسار جي خيالن کان هٽائي لسو ۽ سرعه کي جسم جي روم روم مان ڪڍي ليسوي تل ۾ سميٽي ٿو يعني جڙ کي چيتن کان الڳ ڪري ٿو. اهڙي اوستا ۾ شرير بلڪل سن ٿي ويندو آهي يا چنچي ڪٽي نہ ساڌڪ پنهنجي آلما کي ديهہ کان الڳ ڪري پنهنجو مؤسه پاڻ ٿو آڻي. سنتن مهاتمائن انهيءَ کي جيئري مرڻ ڪوٺيو آهي جڏهن ابياسي پورڻ رهت انترمک ٿي پنهنجي اندر پرويش ڪريٿو تہ هو روحاني نظارا ڏسڻ شروع ڪريٿو ۽ سندس هڪ نئين جي روحاني زندگي شروع ٿيندي.

"پرپ ڪي سمرن اَن دن جاڳي"
(ٽوڙي محل ٥، ١٥-٢٦٢)

سمرن مالڪ جي محل تائين پهچڻ جي هڪ ڏاڪڻ آهي. جيڪي پريمي سمرن جي لذت ۾ محو ٿي وڃن ٿا سي پرماتما کي ياد ڪندي پرماتما جو روپ ٿيو پون. انهيءَ ڪري سڀني سنتن مهاتمائن سمرن جي زبردست تاڪيد ڪئي آهي.

”ساس ساس نـــہ کھڙي وسري ،
پل مڙرت ڏن رالي ۔“
( گؤڙي محلہ ٥ ، ٢٤٧ )
”سمرءُ سمر سمر ســـک پــاوءُ ،
کل ڪليش تن ماهہ مٽاوءُ ۔“
( گؤڙي محلہ ٥ ، ١٠-٢٦٢ )

سمرن ڪهڙي وقـت ڪجي ۽ ان مان ڪهڙا ڪهڙا فائدا آهن وغيره ، وستار سان گورمت سڌانت جي سمرن ۽ جپ تپ وارن بابن ۾ بيان ڪيو ويو آهي ۔

## ڌيـان

جنهنجو سمرن ڪبو تنهنجو ڌيان ضرور ايندو ۔ ٻئي هڪ ٻئي سان جڙيل آهن ۔ ڌيـان کانسواءِ انسان رهي نٿو سگهي ۔ جڏهن بہ اسين اکيون بند ڪري وهون ٿا تہ سنسار جا نظارا جهڙوڪ ٻـارن ٻچن جا ، گهر ٻار جا ، ڌنڌي ڪاروبار جا ، شهرن ملڪن وغيره جا اسانجي سامهون اچن ٿا ، يا تہ اسين انهن جو سمرن ڪيون ٿــا يا ڌيان ۔ انهن ٻنهي جي ذريعي دنيا جي ياد اسانجي اندر وسيل رهيٽي ۔ سرت جي سمرن شڪتيءَ کي هريءَ جي سمرن ۾ لڳايــو ۽ سرت جي اکين سان هري درشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪيو ۔

انسان جي اندر آتما جون ٻـہ شڪتيون آهن ۔ هڪڙي سرت ٻي نرت ۔ سرت سان سمرن ڪرڻو آهي ۽ شبد کـي ٻڌڻو آهي ۽ نرت جو ڪم آهي ڏسڻ يا ڌيان ڪرڻ ۔

”جيتا پيکن ليتا ڌيان ۔“
( گؤڙي محلہ ٥ ، ١٩-٢٣٦ )

درشتيءَ کي سميٽڻ سان ڌيان ٻڌجي ٿو ۽ تنو گيان جي

براپتي يعني پنهنجي اصليت جي ڄاڻ پوي ٿي.

”تت گيان لاءِ ڏيان دوشت سميتا.“

(گرجري وار محله ٥، ١٧-٥٢٠)

نام جي ڪمائيءَ ۾ ٻيو نمبر ساڌن ڌيان آهي جو سمرڻ جي گهري ۽ پختي اوستا مان پيدا ٿئيتو.

”پريم ڪي سمرن گيان ڌيان تت بڌ.“

(گوڙي محله ٥، ١٨-٢٦٣)

سمرن ذريعي آتما اکين جي پوبان دسوين گليءَ ۾ ايڪاگر ٿئي ٿي ۽ ڌيان دواران اندروني روحاني منڊلن ٿي لنگهي سگهي ٿي. روحاني منڊلن ۾ ڌيان لڳائڻ سان ڪٿين سوکيم نظارا ڏسڻ ۾ اچن ٿا. ٿرت (Gazing faculty of the Soul) جي کلڻ بنا سرت اندري آهي ۽ اڳتي وڌي نٿي سگهي.

”نرت بنا سرت آنڌري ڪهو ڪهان ڪو جائي.“

(ڪمر صاحب)

روحاني سفر ۾ اڳي اڳي نرت هلي ٿي ۽ پوبان پوبان سرت. جڏهن آتما نرت کي اکيان ٻنائي هلي ٿي ته پوءِ ٿي شبد ۾ جلدي لي وڃي ٿي.

”نرت سکي کو اگوا ڪرڪي پل پل شبد سمائي.“

(سار بچن-و ٣٥-ش ٢٠ ڪ-٤)

”نرت سکي اگوا هوئي جا شبد سمايا.“

(سار بچن-و ٤١-ش ٣-ڪ-٧)

ڌيان هڪ قدرتي گڻ آهي. ڪونجن ۽ ڪڇن جو ڌيان مشهور آهي. ڌيان شڪتيءَ جي ذريعي هو پري رهي به ٻچڙا اندا پچائين ٿا.

## ڌيان ڄمائڻ جا ساڌن

ڌيان ٽڪائڻ جا گهڻيئي ساڌن پرچلت آهن. هندن ۾ "ترانڪ ڪرم" ڌيان جوئي هڪ ساڌن آهي جنهن ۾ ڌيان نڪ جي چوٽيءَ يا سورج تي ٽڪائڻو پوندو آهي. ڪي ماڻهو مورتين يا مهاتمائن جي تصويرن تي ڌيان ڄمائيندا آهن. ڪي ڪن خاص اکرن ۽ ڪتن جي رنگن جو ڌيان ڪندا آهن. رومن ڪئٿلڪ حضرت عيسيٰ ۽ پارسي زردشت جي تصويرن جو ڌيان ڪندا آهن. مسلمان فقيرن ۾ به ڌيان (تصور) قائم ڪرڻ جا ڪئين طريقا موجود آهن، جنکي "نظري" يا "بصري" ڪري بيان ڪندا آهن ڇاڪاڻ جو انهن جو تعلق نظر سان آهي. انهيءَ تصور جي طريقن کي هو "شغل" ڪري ڇوندا آهن جن مان مشهور هي آهن:-

(١) شغلي آفتابي:- انهيءَ ۾ سياري جي موسم ۾ لهندڙ سج تي ڌيان لڳائبو آهي. هندو انهيءَ کي ٽي ترانڪ ڌيان چوندا آهن.

(٢) شغلي ماهيت يا شغلي منصوري:- هن ۾ زمين تي سڌو سمهي مٿهن آسمان ڏانهن ڪري ۽ شرير کي بلڪل ڍلو ڪري اندروني نظر ڀڃي ڀرن جي ڀروان ايڪاگر ڪبي آهي جنهنکي هندو شو آسڻ سڏيندا آهن.

(٣) شغل برزخ اڪبر:- هن ۾ پراڻايام ڪري نرت کي ليسري تل ۾ يڪسو ڪرڻو پوندو آهي. اهو ترڪٽيءَ جي ڌيان برابر آهي ۽ پدم آسڻ تي ويهي ڪبو آهي.

(۴) شغلي برزخ ڪبير:- هن ۾ نرت کي اندر ۽ ٻاهر مرشد جي سروپ تي ٽڪائبو آهي ۽ ان مان ڪيترائي قيمتي روحاني فيض حاصل ٿين ٿا ۽ اندر جا گپت راز کلن ٿا.

(۵) شغلي اسم ذات:- هن ۾ قلب صنوبري تي ڌيان

ڇمابر ويندو آهي جنهنجي ڪارڻ ساڌڪ ٻاڻ ۾ ٿي سمائجي ويندو آهي.

(٦) شغلي آئينه:- هن ساڌن ۾ آرسيءَ ڪي سامهون رکي پنهنجي اک جي پتليءَ کي انهيءَ ۾ هڪ ٽڪ ڏسبو آهي. ائين ڪرڻ سان اکين جون پتليون اندر جي طرف اُلٽجي ٿيون ۽ نقطا سويدا يا ٽيسري ٿل ۾ رسائي ٿئي ٿي.

(٧) شغلي نيم خوابي:- هن ۾ اکين کي لڳاتار کوليو رکبو آهي انهيءَ لاءِ ته ننڊ غالب نه ٿئي. ائين ڪرڻ سان ننڊ ۽ نيم خوابيءَ (اڌ سجاڳي) جي حالت رهبي.

(٨) شغلي بساط:- انهيءَ ۾ ٽيسري ٿل تي اندروني سروپ ۽ نرت کي ڪڙو ڪرڻو پوندو آهي.

(٩) شغلي مقامن يا محمودن سلطانا نصيره:- هن ۾ دوشتيءَ کي ٽڪ جي چوٽيءَ تي جمائي ڏيري ڏيري ٽڪ جي ٻيڙيءَ تائين کٽي وڃبو آهي. پوءِ لوچ کي اندر لڳائي ساڌڪ سوکبر منڊلن ۾ داخل ٿيندو آهي. انهيءَ کي يوگي جن "ترائڪ ڪرم" يا چاچري مدار ڪوليندا آهن، گيتا ۾ به انهيءَ جو ذڪر لبل آهي.

ڏيان جي انهن ساڌن جي جڳتي پوري گروءَ کان سکبي آهي. پرمالما نه اسان ڏنو ڪرلهي، هو پوري گروءَ جي اندر ئي پرگهٽ ٿيندو آهي. انهيءَ ڪري شغلي برزخ ڪبير (نمبر ٣) ڏيان قائم ڪرڻ لاءِ سڀ کان بهتر آهي. جڏهن ڏيان ائين انترمک ٿڪي ويندو آهي ته پوءِ روحاني منڊلن جي چڙهائيءَ ۾ سهائتا ملندي آهي ۽ هر وقت ڏيان دوشتيءَ سان جڙيل رهندو آهي.

"چو پيرت در دلمت نشيند،
حال ازل و ابد به بيند."

انهيءَ ساڌن ڪانسواءِ بيا ڏيان جا طريقا اسانکي صرف پڌ تائين پهچائي سگهن ٿا، انکان مٿي نه.

# ڌيان ڪنهنجو ڪرڻ کپي

اسانجي زندگيءَ جو مقصد آهي پرماتما سان ميلاپ. جو صرف هنجي سمرن ۽ ڌيان ذريعي ممڪن آهي پر جيهڪي اسان ڏٺوئي ڪونهي تنهنجو ڌيان ڪيئن ٿي سگهندو؟

"بن پيکي ڪهه ڪيسو ڌيان."

(پيرءَ محله ٥، ١٦ - ١٤٠)

جنهنجو اسانکي ڌيان ڪرڻو آهي سو نه ڪنڌن برهمنڌن کان مٿي آهي. جيستائين انسان پرماتما کي ڏٺو نه آهي تيستائين هو ڪنهنجو ڌيان ڪري؟ مالڪ جو اصلي روپ شبد آهي، جو لا بيان ۽ اڪٿ آهي. اهو گورمک جنهن جي آتما روپي بوند پرماتما روپي ساگر ۾ لين ٿي چڪي آهي ۽ جنهنجي اندر مالڪ ۽ جو مالڪ اندر سمائجي چڪو آهي سو شبد روپي پرماتما، جو سدائين اسان سان انگ سنگ رهيتو، تنهنجو پرلک روپ آهي.

"The Word was made flesh and dwelt amongst us."
(Bible)

اهڙي مهان هستيءَ يعني ستگوروءَ جي سروپ جو اسان کي ڌيان ڪرڻ کپي ڇاڪاڻ ته هن ۾ پنج ئي تت پورڻ روپ ۾ موجود آهن. انسان اشرف المخلوقات آهي ۽ اهڙو مهاتما سيني انسان کان سريشٽ آهي. پي سڀ رچنا جهڙوڪ ٻوٽا تلسي وغيره جنهن ۾ هڪ تت آهي، نانگ بلائون وڇون جن ۾ ٻه تت آهن، گرڙ وغيره پکين ۾ ٽي تت، ۽ ڳائين مينهن ۽ ٻين چوپاين ۾ چار تت آهن، انسان کان هيٺ آهن. انهيءَ ڪري انهن مان ڪنهنجو به ڌيان ڪرڻ ٺيندو هيٺ ڪرڻ. انهيءَ ڪري سيني سنتن ۽ مهاتمائن ستگورن جي ڌيان کي پرمارٿ ۾ ڪاميابيءَ جو مکيه ساڌن مڃيو آهي.

"سڦل مؤرت پر سڄڻ سنتن کي،
اهي ڏيانا ڏرنا."
(ديوگنڌاري محلو ٥، ١٠-٥٣١)

سنتن مهاتمائن جو اصلي سروپ لافاني آهي انهيءَ ڪري الهنجو ڏيان سڀ کان وڏيڪ ڦلدايڪ آهي.

"اَڪال مؤرت هيءَ ساڌ سنتن کي،
تاهو نيڪي ڏيان ڪٿ."
(سارنگ محلو ٥، ٧-١٢٠٨)

ستگوروءَ پرم ستيه پرگهٽ آهي، ۽ ڪ هو ستيه جو مجسم روپ آهي. انهيءَ ڪري هو ڏيان جو مول ساڌن آهي.

"ستگور ست سروپ هٿ،
ڏيان مول گور مورت جاني."
(ڀائي گرداس)

سنتن مهاتمائن جو شرير آهي هڪ آئينو جنهن ۾ پريوءَ جي جهلڪ پسي سگهجي ٿي. انهيءَ ڪري جو الک ۽ اگم پرماتما کي پسڻ چاهي سو سڌو ستگوروءَ جو ڏيان ڌري.

"اڪال پرک کي آرسي ساڌن کي هٿ ڌيھ،
لکا جو چاهي الک کو انهي مانهہ لک ليھ."
(ڪبير صاحب)

گورو رامداس صاحب جن ۾ اهڙي قدر فرمائين ٿا ته جيڪي پيارا گوروءَ جي پوڄا ۽ سيوا ڪن ٿا سي مالڪ کي وڻن ٿا. گوروءَ جي پوڄا دراصل هريءَ جي سيوا آهي ۽ اهڙا پريمي جن ڀوساگر مان آسانيءَ سان پار ٿي وڃن ٿا. ڏيان جو صحيح اشت آهي مالڪ يا شبد، جو مالڪ ڪل (God in action) آهي يا اهو گورمک جنهن ۾ شبد پرگهٽ آهي. پرماتما جو ڏيان ناممڪن آهي ڇاڪاڻ جو اسان هنڪي

ڏنو ٿي ڪونهي. شبد جو ڌيان ٻيا گوروءَ جي اُسيءُ آهي. انهيءَ ڪري سڀ کان پهرين ستگوروءَ جي سروپ جو ڌيان ضروري آهي ڇاڪاڻ تہ اسين هڪدم ڪي ڏسي سگهون ٿا. جيستائين گوروءَ جو نوري سروپ اندر پرگهٽ نہ ٿئي تيستائين اسانکي ديهہ سروپ جي ڌيان جي ضرورت آهي. گوروءَ جو نوري سروپ شش کي ڪڍڻ برهمنڊن تي وٺي ٿو وڃي ۽ انهن روحاني منڊلن ۾ گوروءَ جو شان ٿي نرالو آهي. هو Master Soul آهي ۽ سندس پرڪاش سوڪيم منڊلن ۾ دور دور تائين پهچي ٿو. گورو جيستائين ديهہ ڌاري آهي تيستائين هو پاڻکي نڪو گورو سڏائيندو آهي ۽ نڪو پنهنجي ڌيان جي هدايت ڪندو آهي. آئيني جو سطح صاف ٿيندو آهي ۽ جڏهن اسانجي شڪل جا ڪرڻا انهيءَ سان ٽڪر کائيندا آهن تڏهن اسانکي پنهنجو منهن ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جيڪڏهن ڪلندي نهار ہو تہ چهرو ڪلندڙ نظر ايندو ۽ جيڪڏهن رئندي نهار ہو تہ روئيندڙ نظر ايندو. آئينو اسانکي ڪونہ ٿو چوي تہ مون ۾ نهاريو. اهڙيءَ طرح گوروءَ کي ڪا ضرورت ڪانهي تہ شش سندس ڌيان ڪري پر ان ۾ شش جو ذاتي لاڀ آهي.

ڌيان يوگ ۾ ٽن قسمن جو ڌيان اچي وڃيٿو. (١) گوروءَ جي ديهہ سروپ جو ڌيان. (٢) سوڪيم ڌيان جو ترڪٽ ذريعي ٽريا پد ۾ جوت (Candle of Life) جي روشنيءَ جو ڪيو ويندو آهي. (٣) گوروءَ جي نوري سروپ جو ڌيان آهي جو ششمال چڪر، جنهنکي ديوتائن ۽ پترن جو مارگ بہ چئجي ٿو، کي پار ڪرڻ کانپوءِ حاصل ٿئي ٿو. اهو نوري سروپ شش کي سوڪيم ۽ ڪارڻ ديشن کي پار ڪرائي مالڪ سان ملائي ٿو.

جهڙي طرح ڪنهن ماڙيءَ يا محل تي پهچڻ لاءِ ڏاڪڻ

جي ضرورت پوندي آهي ۽ انهن جي چڙهڻ بنا مٿي پهچي نٿو سگهجي، انهيءَ پرڪار گوروءَ جي ذيان بنا پرپوءَ تائين پهچي نٿو سگهجي.

”بن پوڙي گڙ ڪٺ چڙهءِ، گر هر ذيان نهال.“
(سري راگ محلا ١، ١٧)

موجوده ست سگوروءَ جي ذيان ڪرڻ سان اهي سڀ فائدا پراپت ٿين ٿا. مهاتمائن جي تصويرن جو ذيان لاڀڪاري ناهي. تلسي صاحب جن فرمائين ٿا ته ڪلپ ورکش جي تصوير اڳيان چاهي ڪٿي ڪو هزار بار پرارٿنا ڪري تڏهن به ان مان ڪو ڪڻ ٻيل ڪونه لڪرندو. تصوير جي ذيان ڪرڻ سان انهيءَ جي ڪاغذ ۽ فريم جو ذيان ايندو جي جڙ چيزون آهن ۽ چيتن انسان کي ڪٿي نه سگهنديون. چيتن کي ته صرف ڪا چيتن هستي ئي ڪشش ڪري سگهيتي.

”ڪلپ ورکش ڪي چتر لک ڪيجه وليه هزار،
بن نه پاوين لساهه سيو تلسي ڪري اچار.“
(تلسي صاحب)

جڏهن گوروءَ جو اروپ سروپ اندر پرگهٽ ٿئي ٿو تڏهن شش کي انجو ذيان ڇپائي ان سروپ ۾ پاڻکي جذب ڪرڻو پوندو. ايتري قدر جو اها به تميز نه رهي ته هو مان آهيان يا مان هو. شمس تبريز صاحب فرمائين ٿا ته مان تون ٿي پيس ۽ تون مان ٿي پئين. مان ديهه ٿي پيس ۽ تون منهنجي جان ٿي پئين. انهيءَ لاءِ ته ڪوبه اهو نه چئي سگهي ته مان ۽ تون ڪو ٻه آهيون.

”من تو شدم تو من شدي،
من تن شدم تو جان شدي،
تاڪس نه گويد بعد ازاين،
من ديگرم تو ديگري.“

جڏهن ته يان پوري طرح مڪمل ٿي ويندو. تڏهن اُپاسڪ،
اُپاسيه ۽ اُپاسنا ٽيئي هڪ ٿيو وڃن. پريمي ۽ پريتم ۾ ڀيد
ڪو فرق ڪونه ٿو رهي. گورو امرداس جن فرمائين ٿا ته
پنهنجو پاڻ ڪي وساري گوروءَ ۾ سمائجي وڃو.

”نانڪ آپ ڇوڙ گر ماهه سماوي.“

(گوجري محلہ ٣، ١٣-٥٠٩)

انهيءَ اوستا کي مسلمان فقير فنائي الشيخ (مرشد جي
اندر جذب ٿيڻ) چوندا آهن. گورو فنائي الله (پرماتما اندر
سمايل) هوندو آهي. جو شيوڪ فنائي الشيخ ٿئي ٿو انجي
اندر بي اختيار مالڪ جو نواس ٿي ويندو. گورو (God man)
يا God + Man آهي. جو شش Guru man يا گورمک
Guru + Man بڻجي ٿو انهيءَ جي اندر بي اختيار God اچي
سي ٿو.

## گوروءَ جو ڌيان ڪهڙي نقطي تي ۽ ڪهڙي طرح ڪرڻ کپي

ستسنگ ۾ يا جڏهن موقعو ملي، تڏهن ننڍي ٻالڪ وانگر
اکين ڇنڀڻ کانسواءِ هڪ ٽڪ گوروءَ جي سندر چهري يعني
سندس نيترن ۽ پيشانيءَ کي ڏسندا رهو ۽ انهيءَ وقت من
۾ ٻيو ڪو خيال نه آڻيو. ائين ڪرڻ سان هنجي پورڻ زندگيءَ
جو اثر توهان تي پوندو. اهو روحانيت ۾ ترقي حاصل ڪرڻ
جو پهريون ڏاڪو آهي.

”گورو ڪا نرک آنک اور ماٿا،
ست ڪا نور رهي جس ساٿا.“

اندروني گوروءَ جو ڌيان آتما جي ڪيندر تي خيال کي
ٽڪائي نرت جي ذريعي ڪبو آهي. گورو پورنتا جي مورت

آهي ۽ ڪنهن ۾ ابوٽ هردي ۾ انجو واسو ٿئو ٿي سگهي. ڏيان پرڪ لاءِ مثالي ۽ پاڪيزگيءَ جي اهم ضرورت آهي. ستگوروءَ جو سندر نوري سروپ صاف ۽ نرمل اکين سان ئي ڏسي سگهجيتو. انهيءَ ڪري نرمل ۽ پوتر ٿي پرير ۽ پيار سان ستگوروءَ جو درشن اهڙي شوق سان ڪيو جيئن مسلمان عيد جو چنڊ ڏسندا آهن. ستگوروءَ جو در اصل، ڪل مالڪ جو روپ آهي، انهيءَ جي نوري سروپ جو درشن پائڻ هر ڪنهن اک جو اڌڪار نه آهي، ڪنهن ورلي وڏ ڀاڳيءَ جي حصي ۾ اچيتو.

”روش بنحرم پاڪ ٿوان،
دهن چون حلال.
هر ديده جالي جلوه،
آن ماه پاره نيست.“
(حافظ)

## گوروءَ جي ڌيان جا فائدا

گوروءَ جي ڌيان مان بيشمار فائدا آهن. گوروءَ جون انترڪ پارنائون ۽ روحاني ڪلا شش جي اندر پيدا ٿين ٿا. پالنجلي يرڪ سوترن ۾ لکيتو ته دنيا جي فنا چيزن جي بسبب پوتر آتمائن جي ڌيان ڪرڻ سان من ۾ استرتا پيدا ٿيئي.

”وبيت راڳ وشير واجيت بتا ٻيت ڌيانا وڌا.“

گوروءَ جي اندر مالڪ جي ياد وسي ٿي ۽ هو روحاني منڊلن جو سيلاني آهي. انهيءَ ڪري هنجو ڌيان شش جي هردي ۾ مالڪ جي ياد کي مضبوط ڪريتو ۽ روحاني بدن کي ظاهر ڪرڻ جي سوگهه ٿي. انهن سڀني لاين جي ڪارڻ سڀ مهاتما گوروءَ جو ڌيان ڪندا رهيا ۽ ڪن پيا.

# ڏُن

پرمارٿ ۾ سمرڻ ۽ ڌيان جا انيڪ ساڌن پرچلت آهن. انهن مان سڀ کان وڌيڪ اثرائتو سمرڻ جو ساڌن اهو آهي جو پورڻ مهاتما پنهنجي پرياو شالي مڪاروندسان ٻڌائي. ڌيان جي ساڌنن ۾ ستگوروءَ جي سروپ جو ڌيان سڀ کان اُتم آهي. جڏهن سمرڻ مڪمل ٿي وڃيٿو ته پوءِ اندر ٿين نوري سروپ جي ڌيان پختي ٿيڻ بعد شبد ڌُن ٻڌڻ ۾ اچيٿي. انهيءَ کي "پيهن" ڪونجي ٿو. انهيءَ ڌُن کي انترمک صرف سرت ٻڌي سگهيٿي. انهيءَ کي شبد يوگ يا سرت شبد يوگ ۽ سڏجي ٿو.

عام طور پسن پکين ۽ جيو جنترن تي ٻن شڪتين جو اثر ٿئي ٿو. هڪڙو روپ ۽ ٻيو آواز. پر انهن ٻنهي مان آواز ۾ وڌيڪ ڪشش آهي. باجي جي آواز تي فدا ٿي هرڻ پنهنجو سر وڃو باجي تي رکي ۽ پڪڙجو پوي. اهڙيءَ طرح نانگ تي آواز جو اثر ٿئي ٿو. بين جي مڌر ڌن تي مست ٿي پاڻ پڪڙايو وجهي. انسان تي ٻه شبد جو اثر ٿيئو ۽ انهيءَ جي ڌن انسان جي من کي مست ڪيو ڇڏي.

هرهڪ ڌرم ۾ ڪيرتن ڪرڻ جو رواج آهي. پراچين رشين ۾ آرتيءَ جو رواج هو. اڄ ٻه هندن جي مندر ۾ آرتيءَ جي وقت هري ڪيرتن ۽ نرتيه سان گڏ گهنڊ ۽ سنک وڄايا وڃن ٿا. سکن ۾ خاص ڪري ڪيرتن جو رواج آهي. اهڙيءَ طرح عيسائين جي ديولن ۾ گهنڊ وڄايا ويندا آهن ۽ مڌر سرن سان گيت ڳايا ويندا آهن. ٻوڌي مندرن ۾ ٻه گهنڊ ۽ سنک وڄائيندا آهن. مسلمانن ۾ صوفي فقير قوالي ۽ سماع جا شوقين ٿيندا آهن.

ڀائي گورداس جن فرمائين ـــ ا ته جيسٿائين سرت ٻاهرين

”ناد باد“ يعني واڳن ۾ غلطان آهي تبستائن الدرلين انحد شبد کي نہ ٻڌي سگهندي:

”جو لو ’ناد باد‘ نہ انحاد بسکيتي.“

(ڪوت سوپي لمبر ۴)

ٻاهرين آوازن ٿي موهت ٿي انسان هرڻ والگو اگيان ۾ قائل رهيتو ۽ انترمک شبد پيدي لتو ٻجي سگهي.

”جو نسي ’ناد باد‘ سن مرگ؛

آن گيان راچسي،

”ٻران سنگ هوء ’شبد بيدي‘ نسه کهاوئي.“

(ڪوت سوپي نمبر ۴۱۲)

”ناد باد پري انحت لو لاوهي.“

(ڪوت سوپي لمبر ۳)

گرو ٻاڻيء ۾ صاف طرح اپديش ڪيو ويو آهي تہ جيستائن منش ”راگ ناد“ کي لتو ڇڏي ليستائين هنکي درگاه ۾ عزت نتي ملي.

”راگ ناد ڇوڙ هسر شيوبئي،

تا درگهہ پائيئي مان.“

(بلاول وار محلا ۴، ۷-۸۴۹)

اصلي ڪيرتن جي واسطي هتن ۽ پيرن جي ضرورت ڪانهي. اهو الاهي سنگيت سازن ۽ سُرن کان پري آهي.

”ڪر بن واجا پگ بن تالا،

جي شبد بجهي تا سچ نهالا.“

(آسا محلا ۱، ۱۱-۴۱۲)

ايباسين جي ڪميء ڪارڻ عام ماڻهو ٻاهرين ڪيرتن ۾ رڪُل رهن ٿا. ٻاهرين شبد ڪيرتن ٿهليل خيال کي ايڪاگر ڪرڻ ۾ ڪهڻ حد تائين سهايڪ ٿيندو آهي ۽ انهيءَ م ڪشش ۽ ٿيندي آهي. صوفين جي قوالين ۽ ٻين ڌارمڪ

جگهين تي جيڪي ڪبيرن ۽ سنگيت ٿيندا آهن انهن ذريعي آتما چيتن روحاني منڊلن ۾ نشي وڃي سگهي. انسان ترگڻ مايا ۾ قائل رهيتو ۽ منش چولو وٺرت هليو ويتو. اندروني الاهي ڪيرتن ٻڌڻ سان ئي انسان ترلوڪيءَ کي پار ڪري پنهنجو سچو ڪلياڻ ڪري سگهيتو. گورباڻي ٻڌائي ٿي تہ شبد ڌن انسان جي اندر نرنتر وڃي رهي آهي جنهنکي "اکنڊ ڪيرتن" ڪوٺيو ويو آهي.

"اکنڊ ڪيرتن تن پوجن چـوُرا،
ڪهہ نانڪ جس ستگر پـوُرا."
(گوڙي محلہ ٥، ١٣-٢٣٦)

انهيءَ ڪارڻ سنتن باهريون سنگيت ٻڌي مستنہ ٿي يا وجد ۾ اچي جهومڻ کي مهتو نہ ڏنو آهي. مسلمان ڪامل فقيرن بہ باهرين راڳن ۽ سازن کي ڇڏي اندريئن روحاني ڪلمي کي ٻڌڻ تي زور ڏنو آهي ۽ هدايت ڪئي آهي تہ اي انسان! افسوس آهي جو تون جسم جي قيد ۾ گرفتار آهين ۽ خدا جي پاڪ آواز کي نٿو ٻڌين.

"حيف در بند جسم درماني،
نشنوي صوت پاڪ رحماني."

مهاتمائن نام يا شبد کي ئي پرماتما جي پراپتيءَ جو ساڌن مڃيو آهي. اهو الاهي آواز انسان جي پيشانيءَ ۾ ايياس دواران پرگهٽ ٿئي ٿو.

"نيري دتاري ڏن سهج کي،
ماٿي ميري دگـائـي."
(رامڪلي ڪبير جي ١-٩٧٠)

ڪلجگ ۾ مڪتيءَ جو اپيو ڪرنہ ڪارگر اُپاءُ ڪونهي.
"ڪل ڪيرت شبد پڇان، ايها ڀڳت چوڪي ايمان."
(آسا محلہ ٣، ١-٤٢٤)

"ڪلجڳ مهہ اِڪبرڻ پنڙ ڏاڻا،
گرمک جيئي لاءِ ڏاڻا."
(مارو محلہ ٥، ١٩-١٠٧٥)

اصلي گيان ۽ ڏيان ۾ انهيءَ شبد جي ڪمائي آهي.
"گيان ڌيان ڌن جاڻيئي، اَڪٿ ڪهاويءَ سوءِ."
(سري راڳ محلہ ١، ٥٩-)

اها سک ۽ شانتي ڏيندڙ شبد ڌن سنتن جي صحبت مان ملئي ٿي ۽ پرماتما اها نام وٿي پنهنجي پيارن گورمکن کي سونپي آهي ۽ جو اهڙن گرومکن جو وچن ست ڪري مڃيندو انهيءَ جي اندر ئي اها الهيءَ باڻي ظاهر ٿيندي.
"ساڌ سوڪ سهج ڌن اپجي،
ساڌو سنگ نواسا جيءُ."
(مانجهہ محلا ٥، ١٠٥-)

"رام نام ڪيرتن ولن وسہ،
هر ساڌو پاس رکيجي.
جو بچن گر ست ڪر ماني،
تس آگي ڪاڍ ڏيجي."
(ڪليان محلہ ٤، ١٤-١٣٢٦)

ساڌ کي اها ڌن شريرجي ڇهن چڪرن کان مٿي ٻڌي ٿي ۽ پراپت ٿيئي ٿي.
"ڪٽ مت ڏبهي من بتراڳي،
سرت شبد ڌن انتر جاڳي."
(رام ڪلي محلہ ١، ٩٠٣-)

"لبري دناري ڌن سهج ڪي،
مالي ميري دگاني."
(رام ڪلي ڪبير ١، ٩٧٠-)

حالانڪ اها شبد ڌن هر انسان جي اندر موجود آهي پر ٻڌي نٿي اچي. انهيءَ ڪري گورو، ڪان گيان ولي الترمک

ڪمائي ڪرڻ جي ضرورت پوندي ۽ انهيءَ جي پراپتي ڪنهن وڏ ڀاڳيءَ کي ٿيندي آهي. شبد ڌن جي ٻڌڻ جا بيشمار ڦل آهن. ٻاهرين راڳ رنگ ۾ من سڄيئي ٿي تو ٻر آتما ستل رهيتي پر اندرئين ڪيرتن ٻڌڻ سان جنمن جنمن جي ستل آتما جاڳي ٿي ۽ من ڪاريه هيٺ ٿيو پوي. شبد ڌن ڪانسواءِ من کي قابو ڪرڻ جو ٻيو ڪو به اُپاءُ ڪونهي. صرف انهيءَ شبد جي رس کي پان ڪري ٿي من استر ٿئي ٿو. سيني گرنٿن پولين جو نچوڙ آهي آتما جي زبان سان سمرن ڪرڻ، آتما جي اکين سان ڌيان ڪرڻ ۽ آتما جي ڪنن سان شبد ڌن کي ٻڌڻ. اهو ساڌن سولي ۾ سولو ۽ جلد ڦل ڏيڻ وارو آهي. انهيءَ کي نديو وڏو، جوان ٻڍو آسانيءَ سان ڪري سگهيتو. انهيءَ ساڌن جا ٽي ئي حصا نو دوارن کي ڇڏي دسوين گليءَ ۾ اکين جي پويان آتما جي بيٺڪ يعني آگيا چڪر ۾ ڪيا آهن.

يوگي جن سڀ کان ڀهرين اشٽانگ يوگ جي ڪريا جو ساڌن ڪندي "سوڃ" يعني شرير کي پولر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هو نيتي، ڌوتي بستي نيولي گج ۽ بجرولي ڪرم ڪندا آهن پوءِ پراڻايام جو ساڌن ٽن حصن ۾ پورڪ، ڪنڀڪ ۽ ريچڪ (ساهه ڪڍڻ، روڪڻ ۽ خارج ڪرڻ) ڪري پنهنجن پراڻن تي ڪنٽرول ڪندا آهن. انهيءَ ڪانپوءِ مول چڪر، جتي گڻيش جي بيٺڪ آهي، الي ڌيان جمائي رڌيون سڌيون ۽ شڪتيون حاصل ڪندا آهن. ان بعد اِندري چڪر (برهما ۽ ساوتري يا ميڪائيل جي بيٺڪ)، نابي چڪر (وشنو يا جبرائيل جي بيٺڪ)، هردي چڪر (شو يا اسرائيل جي بيٺڪ) ۽ ڪنٺ چڪر (شڪتي يا قدرت جي بيٺڪ) انهن سيني چڪرن کي طئه ڪري پوءِ آگيا چڪر ۾ پهچن ٿا جتان الهد شبد کي پڪڙي ترڪيا پد ۾ پهچن ٿا. شرير جا

هيٺيان پنج چڪر آگيا چڪر مان ستاولن تائين انسان جو خيال جاڳرت اوستا ۾ اکين جي پويان رهيٿو. انهيءَ ڪري سنت ڏولي، نيتي، بستي وغيره ساڌن ڪي سوڪار-ڻ ڪيو ۽ ڻ ڪي پراڻاياما ڪي. جاڪاڻ ته اهي مشڪل ۽ خطرناڪ ساڌن آهن. هن هيٺين پنجن چڪرن جي ساڌنا جي ڪا ضرورت محسوس ڻ ڪئي. شمس تبريز صاحب انهن چڪرن کي "گورن" (شريڙ روپي قبر) ڪوٺيو آهي.

"آخر چه باشد يڪ شئي، از جان بزاري با ربي،
بيرون جهي از گورتن، اندر روي در ساختي."

ارٿاٿ:- ڪيڙو ڻه سٺو ٿئي جو لون هڪ رات پنهنجي آتما کي جسم روپي قبر مان ڪڍي مٿين روحاني منزلن جو سير ڪرين.

سنتن انهن هيٺين چڪرن کي انهيءَ لاءِ نظر انداز ڪيو ته جيڪڏهن ڪو ماٿهو ڪنهن مڪان جي ڇت تي وڃڻو آهي ۽ ان کي مٿي وڃڻو آهي ته هڪ کي بهوڻ هيٺ اچي پوءِ مٿي چڙهڻ ۾ وقت ڻه وڃائڻ کپي. ڪامل مرشدن جي راه-شو نيتر کان شروع ٿئي، انهيءَ ڪري هن خاص ڪري ٿي اندرين کي روڪڻ جي سکيا ڏني آهي. يعني زبان کي ستر دوارن، اکين کي ڏيان ڏيڻي ۽ ڪن کي انتومک شبد ٻڌڻ ڏيڻي.

"ڪان آنک منهن بند ڪرائو،
انحد جهيڻگا شبد سنائو."
(ڪبير صاحب)

"چشم بند و گوش بند،
ولب به بند گرني بيني سر حق، برمن اخند."

جيڪڏهن آتما سميٽجي نيترن جي پويان ليسري تل ۾

ڪني ٿي ۽ انحد شبد کي پڪڙي نہ پوءِ اکين جي بنهي
ٿرن جي شڪتي شو نيتر ۾ ڪني ليندي ۽ اندروني نظارا
جهڙوڪ :- پنجن رنگن جي ڦلواڙي، تارا منڊل، سج ۽ چنڊ،
ڏسڻ ۾ ايندا. پوءِ گهنڊ ۽ سنک جي ڌن کي پڪڙي آتما
سهنسدل ڪنول (جنهنکي جوڳي سهسرار ۾ چوندا آهن)
پوءِ ترڪٽي، (دسم دوار) پيور غفا جي شبد کي بڌندي ۽
الي رمٽيڪ ديشن کي ڏسندي ست لوڪ يا مقام حق پهچي
ٿي. انهيءَ کان پوءِ الک اگم ۽ کل مالڪ راڌا سوامي تائين
رسي ٿي.

## انهن ساڌن جي ڪرڻ جو وقت ۽ آسڻ

مالڪ جي پگتيءَ لاءِ هرڪا مهل سهاوني آهي، ڪنهن
۾ وقت ڪري سگهجيتي. پر صبوح جو سمو جنهنکي گورباڻيءَ
۾ "امرت ويلو" سڏيو ويو آهي، خاص طور لايدايڪ آهي.
اِنسان سڄو ڏينهن محنت ۽ مشقت ڪري شام تائين ٿڪجي
پوي ٿو ۽ رات جو ننڊ کان پوءِ هنجي ٿڪاوت دور ٿيو
وڃي ۽ صبوح جو تازو توانو ٿيو پوي. "امرت ويلو" رات
جي پوئين پهر يعني رات جو ٣ بجي شروع ٿئيتو. انهيءَ
ڪري رات جي پهرئين پهر کان پوئين پهر جي ساڌنا وڌيڪ
فائديمند آهي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا تہ سچي نام
سان جڙڻ ۽ مالڪ جي چنتن لاءِ سهاونو وقت آهي
"امرت ويلو".

"اَمرت ويلا سچ ناءُ، وَڏيائي ويچار."
(جپ جي ٧-٢)

انهيءَ سمي جو خاص لاڀڪاري هئڻ جو هيءُ ۾ سبب
آهي تہ ننڊ ۾ آتما سمٽجي گلي يا نابيءَ (دن) ۾ اچيتي ۽

صوح جو جاڳڻ سان چئجي ڪٺي ته هن شرير کي وري اختيار ڪريجي. جڏهن انهيءَ وقت شرير مان چيتنا هٽائڻ جو ساڌن ڪجو ته اُن ۾ سهوليت ٿيندي. بيو ته قدرتي امرت ويلي جي اها خوبي آهي ته سڀ اُپرڻ ڪان اڳ من جا ڦُرڻا سميٽيل هوندا آهن. اهڙي سمي نام جي ڪمائيءَ جو بج ڦلي ڦلي ٿو ۽ ڪڏهن نشٽ نٿو وڃي ۽ لوڪ پرلوڪ ۾ سهايتا ڪئي ٿي.

”هر ڏن امرت ويلي ولي ڪا ٻيڄنا،
ڪاءِ ڪرج رهي لکئي اهي؛
هلت پلت هر ڏاي ڪي،
ٻڪتا ڪئه ملي ڏوناني.“

( سوهي محله ٤ ، ٤-٧٣٤ )

ڀاڳوت گيتا ۾ ٻه شري ڪرشڻ ڀڳوان فرمائين ٿا ته:-

” يا نشا سرو ڀوٽانام تسيام جاڳرتي سيئمي،
تسيام جاڳرتي ڀوتاني سانشا پشيتو مني.“

جنهن ”امرت ويلي“ ۾ عام دنيا جا لوڪ ننڊ ۾ اِي خبر هوندا آهن انهيءَ وقت مالڪ جا پيارا جاڳي اپاس ڪندا آهن ۽ جنهنکي سنساري جيو ڏينهن ٿا سمجهن تنهنکي گورمک رات ڪونين ٿا. امرت ويلي پرڀو پنهنجي دَيا مهر جي دولت بخشي ٿو ۽ جيڪي انهيءَ وقت نٿا جاڳن سي جيئرڻي مئلن جي قطار ۾ آهن ۽ انهيءَ وقت جيڪو سر سائينءَ جي اڳيان نٿو جهڪي سو ڪٽيو ڀلو آهي.

” فريدا پڇل رات نا جاڳيوهه،
جيوندڙو مئوهه.“

( سلوڪ فريد جي ١٥-١٣٨٣ )

” اٿ فريدا اُٺو ساج، صبح نواز گذار،
جو سر سائين نا نوي، سو سر ڪپ اتار.“

( سلوڪ فريد جي ١٣-١٣٨١ )

گورمک نيم ۽ برير سان رات جي پوئين پهر اُٿي کڙا ٿين
ٿا ۽ مالڪ جي يڪتيءَ جي رنگ ۾ رڱجي ٿا وڃن. انسان
جي لاءِ انهيءَ وقت ننڊ ڪرڻ حرام آهي. مسلمان فقير به
فرمائين ٿا ته اي انسان! تون پرڀات جو اُٿي جاڳ، ۽ نرم
بستري کي ڇڏي ڪنهن ايڪانت استان تي سچيت ٿي
مالڪ جي ياد ۾ ويهه. هزارين راتيون انسان دنيا جي حرص
هوس ۾ گنوائي تو ڇڏي. ڇا ڪڏهن توهان هڪ رات به
پرماتما جي ياد ۾ ويهي وتيت ڪئي آهي؟ رات جو جاڳڻ ۽
گهٽ سمهڻ اهو مهاتمائن جي زندگيءَ جو اصول آهي. انهن
جيڪي ڪجهه پراپت ڪيو سو رات جو. انهيءَ ڪري اي انسان!
تون به رات جو جاڳي سمرڻ ڏيان ۽ ڏن جي ساڌنا دل وجان
سان ڪر. انهيءَ اڀياس ڪرڻ سان روح کي قوت ۽ تازگي
مليٿي، دل ۽ دماغ ترو تازو ٿين ٿا ۽ سڀ ٿڪاوٽ لهيو وڃي. فريد
صاحب فرمائين ٿا ته رات جو نام روپي ڪستوري وراهجي
ٿي ۽ جيڪي ننڊ جي نشي ۾ گونگهرا هڻندا آهن سي انهيءَ
نعمت کان محروم رهجي وڃن ٿا.

”فريدا رات ڪٿوري ونڊيئي،
سٿا ملي نه ڀاءِ؛
جنان نئن نيند راولي،
تنان ملن ڪٿاءِ.“

(سلوڪ فريد جي ٢-١٣٨٢)

رات جي وقت هڪ اهڙي عجيب ۽ رسيلي ايڪانت
مليٿي جا هڪ ساگر جي مثال آهي جنهن ۾ روحانيت جا
بيشمار موتي پريل رهن ٿا. جيڪي رات جو جاڳن ٿا سي
انهيءَ دولت سان مالا مال ٿين ٿا. انهيءَ امرت ويلي نام ۽
ڪيرتن جون الوڪڪ ڏنيون ساڌڪ کي خود بخود ٻڌڻ ۾

اچن ٿيون. خواجه حافظ صاحب جن فرمائين ٿا ته روحانيت جي خزاني حاصل ڪرڻ جي ڪنجي آهي راتيون مالڪ جي فراق ۾ آهون ڀرڻ ۽ امرت ويلي عبادت ڪرڻ.

## آسڻ

هنن سادن ۾ ڪهڙي قسم جي آسڻ يا ٻيٺڪ جي ضرورت آهي؟ هٺ يوگ ۾ گهڻن ئي آسڻن جو اليک ڪيو ويو آهي: جن مان ٨٤ مشهور آهن. اهي ڪٿين نمونن سان ڪبا آهن، ٻيٺي، زمين تي ليٽي، سر هيٺ ۽ پير مٿي ڪري وغيره. اهي آسڻ ڪافي ڪٺن آهن ۽ انهن جا پنهنجا پنهنجا لاڀ آهن. سنت مت ۾ هٺ يوگ جي مشڪل آسڻن کي اپياس لاءِ ضروري نه سمجهيو ويندو آهي. ڏسڻو آهي ته آسان ۾ آسان آسڻ ڪهڙو آهي جو هر هڪ گرهستي، ٻار ٻڍو ۽ جوان بنا تڪليف جي ڪري سگهي. روحاني سادنا لاءِ سڀ کان بهترين سڌيٺ هڻڻ جي ضرورت آهي. انهيءَ لاءِ سادڪ کي اشنان يا پنج اشناني ڪري زمين يا لڪڙيءَ جي صندل تي چوڪڙي لڳائي، ڪمر ۽ ڪرنگهي کي سڌو رکي ويهڻ کپي. شرير تي ڪو به زور نه ڏئي ۽ ڪنهن به قسم جي ڇڪ ڏيڻي نه وجهي، انهيءَ لاءِ ته اپياسي بغير تڪليف ڪافي دير تائين ويهي سگهي ۽ ڪيس ننڊ نه اچي. انهيءَ ٻيٺڪ کي سهج آسڻ ڪري چئجي. ٻين شرير جو اهو آسڻ قائم ڪري ٻوءِ آتما جو آسڻ ٽيسري تل (جو ٻنهي اکين جي ڀرون ۽ ڀرن جي وچ آهي) ۾ لڳائبو آهي. اهڙيءَ طرح اپياس ۾ ڏينهن ڏينهن لي وهڻ سان من جون سڀ اڃائون ختم ٿي وڃن ٿيون.

”من ڊرڙ ڪر آسڻ بيٺس جوڳي،
تا تيري ڪلپنا جاني.“
(رامڪلي محلا ٣، ١٤-٩٠٨)

انهيءَ آسڻ ۾ ويهي ساڌنا ڪرڻ سان آتما جيڪا جسم جي روم روم ۾ ڦهليل آهي سميٽجي اکين جي پوئان اچو ڪني ٿئي ۽ جڙ ۽ چيتن جي ڳنڍ کليو پوي. پوءِ ڏيان جو ساڌن ڪرڻو پوي ٿو. جڏهن ڏيان پختو ٿي وڃي ٿو ۽ ان ۾ ٽڪي وڃي ٿي ته پوءِ نام جي ڌن ٻڌڻ ۾ اچي ٿي. گورو نانڪ صاحب جن فرمائين ٿا ته ڏيان روپ تي آسڻ لڳائڻ سان ستسنگي نام ۾ محو ٿي وڃي ٿو.

"ڌيان روُپ هوءِ آسڻ پاوي،
سچ نام تاڙي چت لاوي."
(رامڪلي محلا ١، ١٧-٨٧٧)

## جيئري مرڻ

جڏهن سرت شبد يوگ جي ابياس ذريعي شرير جي سڀ ستا آتما جي ڪيندر تي سميٽجي اچي ٿي تڏهن آتما شبد ڌن جي سهاري مٿين روحاني منڊلن ۾ پرويش ڪري ٿي. انهيءَ ابياس دوران جڏهن استول شرير کان چيتن شڪتي الڳ ٿي وڃي ٿي ته انهيءَ حالت کي جيئري مرڻ چئجي ٿو. جيڪي ساڌڪ سنتن جي هدايت مطابق ابياس ڪن ٿا سي هر روز جيئري مرن ٿا. هو پنهنجي اِڇا انوسار هن فاني دنيا کي ڇڏي سوکيم منڊلن جو سير ڪري ديهه ۾ واپس اچڻ جو تجربو ڪن ٿا. سرت شبد يوگ جو ابياسي ساڌنا دوران شرير کان اهين الڳ ٿو ٿئي جيئن موت وقت آتما ڪايا کان الڳ ٿيندي آهي. فرق صرف اهو آهي ته موت وقت ساهه ڪڻڻ بند ٿيو وڃي ليڪن مٿينءَ حالت ۾ ابياسيءَ جا پراڻ قائم رهن ٿا ۽ جيئن موت جي وقت شرير سان تعلق، جنهنکي بائيبل ۾ سلور ڪارڊ (Sliver Chord)

ڪريو ويو آهي، ٿئي ٿو. اڀياس پرالين ٿئو ٿئي. اڀياسي پنهنجي اڇا انوسار سوکيم ۽ ڪارڻ بلڪ انهيءَ کان مٿين منڊلن ۾ اچي وڃي سگهي ٿو ۽ جيستائين سندس رسائي ٿئي ٿي تيستائين هو روحاني منڊلن جي حالتن کان واقف رهيٺو. هن يوگ اڀياس مان سادڪ کي اهو لاڀ ٿئي ٿو ته هو مؤت جي دروازي کي خوشيءَ سان پار ڪري ٿو ۽ جنجي ڪٿي ته هو مؤت تي فتح پائي ٿو. هي سڀ زباني جمع خرچ يا ڌرم پستڪن ۾ درج ڪيل افسانا ناهن بلڪ سنتن خود اهي تجربا ڪيا ۽ ڪري انهن کان هدايت وٺي پنهنجو تجربو ڪري سگهيٿو.

جيڪڏهن ڪو مؤت کان اڳ ئي انهيءَ طريقي سان سادنا ڪري پنهنجي مرضيءَ مطابق آتما کي سمٽي سگهي، ته پوءِ مؤت جو هنکي ڪهڙو ڊپ رهندو؟ سڀ سنت مهاتما انهيءَ سادنا جي مهما ڳائيندا آيا آهن. دادو صاحب جن جو اپديش آهي:-

”دادو جيئري مر رهو، پاڇي مري سڀ ڪوئي.“

قران شريف ۾ به لکيل آهي ”موتو قبل ان تموتو“ يعني مرڻ کان اڳ مرو. جنهنجو مطلب خودڪشي نه آهي. انت سمي انسان کي محسوس هيءَ ڏبهه ڇڏي پرلوڪ وڃڻو پوي ٿو ليڪن گروو نانڪ صاحب جن انهيءَ نقطي لئي زور ڏنو آهي ته جيئي مؤت ڪاهوءَ وڃڻو آهي الي جيئريئي مري ڏسهو ۽ اهڙو يوگ اڀياس ڪر جو هن زندگيءَ ۾ مؤت جي گهاٽيءَ کي پار ڪري وڃي.

”مٿيا جست گهر جائيٺي، لت جيئرد يا مر مار.“
(سري راڳ محل ١، ١-٢١)

”نانڪ جيئرڏا مر رهيٺي، اَئسا جوڳ ڪمائيٺي.“
(سوهي محل ١، ١٦-٧٣٠)

هي جيئري مرڻ جو طريقو ڪو ساڌ ڪي قبر يا شمشان پومي ۽ ۾ نئو ٻهڄائي. جنهن مؤت کان دنيا ڪنبي ٿي ۽ جيئڻ چاهي ٿي، ايياسي ڳوروءَ جي ڪرپا سان سرت شبد جي ڪمائي ڪري زندگي ۽ مؤت جو ڀيد مٽائي امر جيون پراپت ڪري ٿو.

”مرني ٿي جگت ڊري، جيونا لوڙي سڀ ڪوء،
گر پرسادي جيوت مري، حڪمي ٻجهي سوء،
نانڪ أنسي مرني جو مري، تا سد جيوڻ هوء.“

(ڀها ڳڙا محل ٣، ٥-٥٥٥)

پرماتما پرهماند جي ٽن حصن وانگر انسان کي ٻه ٽي شرير بخشيا آهن:- استول، سوکيم ۽ ڪارڻ. هو جڏهن چاهي استول شرير جي ذريعي هن استول دنيا ۾ رهي ۽ جڏهن چاهي انهيءَ شرير مان چيتن شڪتي سميٽي استول شرير کي خالي ڪري سوکيم شرير ۽ اندرين ذريعي سوکيم منڊل جو سير ڪري سگهي ٿو. اهڙي طرح سوکيم جامو لاهي ڪارڻ شرير ۽ اندرين ذريعي ڪارڻ منڊل ۾ پرويش ڪري سگهيتو ۽ انهيءَ پرڪار ايياسي ٽنهي شريرن کي تياڳي باهوش مٿين منڊلن جو تجربو حاصل ڪري سگهيتو.

اسان کي هيءَ استول ديهه تياڳڻ کان ڊڄڻ نه کپي چاڪاڻ ته انهيءَ جسم کانسواءِ به اسانکي پرماتما پيا شرير ڏنا آهن.

”آن تري ڪه بي بدن داري بدن،
پس مترس از جسمِ وجان بيرون شدن.“

انهيءَ مؤت جي دروازي (Gate of Death) کي پار ڪرڻ ۽ مؤت تي فتح پائڻ جو طريقو سنگورو سيکاري ٿو جنهن تي عمل ڪرڻ سان ساڌڪ سچ پچ مؤت جي دروازي

مان لنگهي متين روحاني مقامن جو سفر ڪري وري واپس شريـر ۾ داخل ٿي سگهبتو. انهيءَ اياس جي دوران ۾ هو بلڪل سجبت رهيتو ۽ جيڪي روحاني نظارا هو متي ڏسي ٿو هنکي ياد رهن ٿـا. انهيءَ باري ۾ سينت پلوتـارڪ (Saint Plutarch) لکي ٿـو تـه مؤت جي وقت آتما اهي درشبه ڏسي ٿي جي ايباسي ستگوروءَ کان اپـديش وٺي کمائي ڪري متين منڊلن ۾ داخل ٿي ڏسي ٿو.

"At the moment of death the Soul experiences the same impressions, passes through the same process as experienced by those who are initiated into the Great Mysteries."

آتما جيتن آهي ۽ هن دنيا کان دور هـڪ عرشي مقام جي ناگرڪ آهي. جيسن اسين جيئري مري سچو سهاڳ حاصل نه ڪنداسين ليسين جنم مرڻ جو چڪر ختم نه ٿيندو.

جيئري مرڻ جي حالت ستگوروءَ جي ذريعي گورمک بڻجي نصيب ٿئي ٿي بوه ٿي هنکي پهنجي باڻ جي لکتا بوي ٿي ۽ هنجو من مڃي ٿو.

"گرمک هـوه س پڇ ڪري،
اپـنـا آپ پـچـانـي،
گر پرسادي جيوت مـري،
تـا من هي لـي من مائي."

(سورت وار محلہ ۵، ۲-۶۴۷)

جيئري مرڻ سان سادڪ پريوءَ کي چاڻي لـو ۽ سندس درگاه ۾ قبول پئي ٿو.

"جيوت مري بجهي پربه سوه،
تس جن ڪرم پراپت هوءِ."

(سوهي محلہ ۵، ۸-۷۴۱)

## شيوا

مٿي ذڪر ٿيل اوستا جي پراپتي صرف پوري گورو
جي بخشش ۽ شيوا دوارا ٿي سگهي ٿي. ڪنهن جي آگيا
جو پالن ڪرڻ ۽ ڪڏهن به اُلنگهن نه ڪرڻ، سندس عزت
۽ پوڄا ڪرڻ، يتيمن ۽ اناٿن جي ديا ڀاو سان سهائتا ڪرڻ،
سڀ شيوا ۾ داخل آهن. شيوڪ شيوا ڪندي ڪندي سوامي
بڻجي پوي ۽ اهڙي پدوي پراپت ڪريٿو جو ڪنهن ڏينهن
دنيا هنجي شيوا ۾ حاضر ٿيو پوي. شيوا ڪندڙ کي هميشه
عزت ملي ٿي.

”جن سيوڪيا تن پائيا مان.“

(جپ جي ۷-۲)

”هرڪ خدمت ڪرد او مخدوم شد.“

شيوا ٻين سڀني ڪرمن کان سريشٽ آهي. جنهن ۾ شيوا
جو گڻ نه آهي سو پرمارٿ ۾ ڪڏهن ڪامياب نه ٿي سگهندو.
شيوا ٻيا سڀ ڪرم ڪانڊ وئرٿ آهي.

”جنگم جوڌ جتي سنياسي گر پوري ويچاري،
بن شيوا ڦل ڪبهه نه پاوس شيوا ڪرني ساري.“

(مارو محلہ ۱، ٦-۹۹۲)

شيوا چئن قسمن جي ٿيندي آهي:- (۱) تن جي (۲)
ڌن جي (۳) من جي (۴) سرت يا آتما جي. پرماتما يا پورن
سنگوروءَ جي شيوا سڀ کان اُتم آهي. انهيءَ کان پوءِ ٻئي
درجي ۾ مخلوق جي شيوا آهي. مالڪن جي پيارن جي
هر ڪنهن قسم جي شيوا (پاڻي پرڻ، پکو هڻڻ، اَنُو پيهڻ ۽
جهاڙو لڳائڻ وغيره) قلدائڪ ٿيندي آهي ۽ انهيءَ جي
مقابلي ۾ دنيا جي حڪومت، ڌن دولت ۽ شان مان تڇ آهن.

گوروارجن صاحب جن انهيءَ ناري بر زوردار انظن ۾ فرمائن ٿا:-

"پاني پکا پيس داس ڪـي،
تب هوهه نهال،
راج ملـک سڪدارينا،
اگني مهه جال."
(بلاول محله ۵، ۱۵-۸۱۱)

"تس گـر ڪـڻ جوڙلاوءِ پاکـا،
مها اگن تي هاٿ دي راکـا،
تس گر ڪي گـرهه ديوءِ پاني،
جس گـر تي اکل گت جاني،
تس گر ڪي گـرهه پيسهُ نيت،
جس پرساد ويري سب ميت."
(گئوڙي محله ۵، ۱۸-۲۳۹)

شيوا تڏهن ئي پورو ڦل ڏئي ٿي جڏهن شرڌا سان ڪجي ٿي. گوروءَ جي لڳ ۽ من سان شيوا ڪرڻ سان گـوروءَ جي پرسنتا پراپت ٿئي ٿي ۽ "نام" جو خزانو حاصل ٿيئو.

"ستگر ڪي شيوا سڦل هيءَ،
جي ڪـو ڪري چت لاءِ،
نـام پـدارت پـائيئي،
اچنت وسي مـن آءِ."
(بهاڳڙا محله ۳، ۶-۵۵۲)

ڪنهن اهڙي رسالي واري مهالما جي شيوا ڪريو جو دلين جو مالڪ هجي ۽ لوهانجي شيوا ڪي وڏرت وجڻ نه ڏئي. جڏهن پاڳن سان اهڙو گورو ملي وڃي ته پوءِ سندس نرمل سروپ جي شيوا ڪرڻ جڳائي.

”گهال نہ پاني اَنتر بِڌ جاني،
تاكي كر من سيوا،
كر پُوجا هوم اِهہ مڌُنا،
اَكال مُورت گر ديوا.“
(سورت محله ۵، ۱۲-۶۱۴)

اگر خوش قسمتيءَ سان اهڙو مهاتما ملي وڃي نہ هنجي حڪم جي دل و جان سان بجاوري ڪرڻ کپي چاڪاڻ تہ جيڏانهن من جو لاڙو هوندو تن بہ ضرور انهيءَ طرف رغبت رکندو. شيوڪ دين اَڌين ٿي نام جپي، من گوروءَ کي سونپي ڇڏي، جيڪي ڪجھ سوچي سو گوروءَ جي معرفت سوچي ۽ سڀ چتراين ۽ تدبيرون بلڪل ڇڏي ڏئي. اهڙي گوروءَ جي پياري جا سڀ ڪارج راس ٿيندا. تن، من، ڌن جي شيوا کان سريشٽ هڪ ٻي بہ شيوا آهي جنهنکي سرت جي شيوا چئجي ٿو. سرت جي شيوا جو ارٿ آهي آتما جو شرير جي روم روم مان الڳ ٿي انترمک شبد سان جڙڻ. اها سچي ڀڳتي آهي جنهنجي ذريعي خوديءَ جو خاتمو ٿئيٿو.

گهر ٻار قوم ۽ ديش جي شيوا بہ سٺي آهي پر اها اسانجي بندن جو ڪارڻ بڻجي ٿي. گوروءَ جي شيوا اَٽي نرمل ۽ اوچي آهي چاڪاڻ تہ سيني بندن کان مڪت آهي. گورو مالڪ جو مجسم روپ آهي ۽ هنجي شيوا ذريعي جنم مرڻ جا سڀ ڪليش مٽجو وڃن.

”مڪتي سيوي مڪتا هووي.“
(ماجهہ محلا ۳، ۱۲-۱۱۶)

انهيءَ شيوا ڪرڻ سان مالڪ جي سچي پريت اندر اُپڻ ٿئيٿي ۽ قدرتي سڄي سرشٽيءَ لاءِ دل ۾ پيار پيدا ٿئي ٿو. پوءِ پرماتما کي سڀ جو پرم پتا (Fatherhood of God) ۽ انسان کي ڀائي ڀائي (Brotherhood of Man) سمجهجي ٿو.

ستگوروءَ جي شيوا ڪرڻ سان خالق ۽ خلقت سان پيار پيدا ٿيندو. انهيءَ شيوا دواران چار پدارٿ (ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موڪش) آسانيءَ سان پراپت ٿين ٿا ۽ لوڪ پرلوڪ جون اڃائون پوريون ٿين ٿيون. ڌن دولت، اهنسا، ملو ۽ سچ ڳالهائڻ، جپ تپ، پن دان، شيل، پولرتا وغيره ڌارمڪ گڻ ۽ موڪش اهي سڀ گوروءَ جي شيوا ذريعي حاصل ٿين ٿا.

”چار پدارٿ جي ڪو مانگي،
ساڌ جنا ڪي سيوا لاگي.“
(راڳ گؤڙي محلہ ۵، ۴-۲۶۶)

گورو آتمڪ گيان جي دولت بخشي ٿو جا تن من ۽ ڌن سڀني کان قيمتي آهي. انهيءَ ڪري اهي ليئي گوروءَ تان قربان آهن.

”تن من ڌن سڀ سؤنپ گـر ڪـُ،
حڪم منئي پـائيئي.“
(رامڪلي محلہ ۳، ۴-۹۱۸)

گوروءَ جي شيوا آهي هنجي جرنن جي شرڻ وٺڻ، سندس پڪتي ڪرڻ ۽ نام پر ليڻ لي وڃڻ.

”گـر ڪي سيوا گـر ڀگت هيءِ،
ورلا پـائـي ڪـوءِ.“
(سري راڳ محلہ ۳، ۱۶-۶۶)

گورو شبد جو ديهہ سروپ آهي انهيءَ ڪري هنجي سچي شيوا آهي آلما کي شبد پر جذب ڪرڻ. اهو صرف اپياس دوارن لي ممڪن آهي.

”گـر ڪي شيوا شبد ويچار،
هؤمي ماري ڪرني سار.“
(گؤڙي محلہ ۱، ۱۴-۲۲۳)

گوروءَ جي شيوا سيني لپسيائن کان سريشٽ لپسيا آهي
چاڪاڻ ته انهيءَ جي دوارا نئي من صحيح معنيٰ ۾ وس ۾
اچيٿو ۽ سيني دکن جو وناش ٿئي ٿو.

”گر سيوا لبان سر تپ سار،
هر جيءُ من وسي سڀ دوک وسارڻهار.“

(آسا محله ۳، ۱۳-۴۲۳)

گوروءَ جي شيوا انهيءَ کي ئي ملي ٿي جنهن جا اوچا ڀاڳ
هجن ۽ جنهنجي ڏُرمستڪ ۾ اها لکيل هجي.

”گر ڪي سيوا سو جن پائي،
جا ڪئُ ڪرم لکئا ڌر آئي.“

(ملار محله ۵، ۱۳-۱۲۷۰)

گوروءَ جي شيوا ڇني جڳن ۾ پرڌان آهي ۽ مالڪ کي
منظور آهي. شيوا جي قابل صرف ٻه هستيون آهن هڪ سنت
۽ ٻيو رام. رام مڪتي بخشي ٿو ۽ سنت نام جپائي ٿو.

”ڪبير سيوا ڪئُ دءِ ڀلي،
ايڪ سنت اڪ رام،
رام جه داتا مڪت ڪو،
سنت جپاوي نام.“

(سلوڪ ڪبير ٦-۱۳۷۳)

سچي شيوا ڪير ٿو ڪري ۽ ڪئي ٿي ٿئي ۽ گوروءَ جي
شيوا جا انيڪ ڦل، انهن سيني جو ورنن گورمت سدانت
ڀاڱي ٻئي جي ”شيوا“ جي باب ۾ وستار سان ڪيو ويو آهي
۽ شائق جگياسو وڌيڪ اتان پڙهن.

زيادھہ تہ دنيا جا لوڪ ان پوڄا کي چڱي گمراھ ٿي رھيا آھن.

”پوڄا ڪيچي نام ڌيائيچي،
بن ناوي ڍوُج نہ ھوء.“

(گوجري محلہ ۱، ۵-۴۸۹)

”پرس پاڙن سي جن ساچي،
ايڪ شبد لو لائي،
بن ناوي ھور ڍوُج نہ ھووي،
پرم پلي لو ڪائي.“

(رامڪلي محلہ ۳، ۸-۹۱۰)

سنتن جي شيوا پرماتما جي ديا سان ٿي پراپت ٿئي ٿي ۽ پريوء جي ڪرپا سان ٿي گورمک سچي نام جي اُپاسنا ڪن ٿا ۽ منمک ان کان محروم رھجو وڃن. جيستائين آتما اڏڙي نرمل ۽ سوکيم اوستا ۾ نٿي پھچي جو اندر وڃي ”نام“ روپي مالڪ جي شيوا ڪري تيستائين آتما کي پرماتما جي ديھہ سروپ يعني ستگوروء جي پوڄا ڪرڻ ڄڳائي. اپاسيء کي اڏڙي سنت ستگوروء جي ھدايت مطابق سمرڻ ڌيان ڪري شبد کي پرگھٽ ڪرڻ گھرجي ۽ پنھنجي اندر گوروء جي نوري سروپ جو درشن ڪرڻ گھرجي. ستگوروء جي پريت ذريعي ٿي شبد ڌن کلي ٿي. گورو ۽ گوبند ھڪ آھن انھيء ڪري گوروء جي پوڄا گوبند جي پوڄا آھي. پرميشور روپ گوروء جي پوڄا تن من ۽ لگن سان ڪيو ۽ اھا پوڄا انسان کي اھم جي پوُساگر مان پار ڪري ٿي.

”گر پرميسر پوُجيئي من تن لاء پيار،
ستگر داتا جيئہ ڪا سڀ سي ديئہ آڌار.“

(سري راڳ محلہ ۵، ۱۰-۵۲)

"کتري براهمڻ سوُد ويش،
کو جاپي هر منتر جپڻي،
گر ستگر پار برهم کر پوُجهہ،
نت سيوهہ دنس سڀ رئني."
(بلاول محلہ ۴، ۵ـ ۸۰۰)

گورو رامداس جن تہ بي ڏڙڪ فرمائين ٿا تہ جيڪو گوروءَ جي اُپاسنا ڪري ٿو سو ئي منهنجي مالڪ کي وڻي ٿو. گوروءَ جي پوڄا آهي پريوءَ جي پوڄا.

"جو گر ڪئہ جن پوجي سيوي،
سو جن ميري هر پربُ ڀاوي،
هر کي سيوا ستگر پوُجهہ،
ڪر ڪرپا آپ ترا وي."
(ملار محلہ ۴، ۲ـ ۱۲۶۴)

سريشٽ ڀاڳن سان ئي ناياب شيوا پراپت ٿيندي آهي.
"وڏي ڀاڳ پوُج گر چرنا،
سگل تياڳ پائي پربُ سرنا."
(آسا محلا ۵، ۱۹ـ ۳۹۵)

## پڙ (ٻپ)

جڏهن جڏهن شش ستگوروءَ جي پوڄا ڪري ٿو تڏهن تڏهن هنجي دل ۾ ستگوروءَ لاءِ مان ۽ قدر وڌندو ٿو وڃي. هر ستگوروءَ جو پرلڪ درشن ڪريتو ۽ هنجي شڪتين ۽ لبلائن کان واقف ٿيندو وڃيتو. شروع ۾ نه هر ڪنهن ڳالهيون گوروءَ کان لڪائي ٿو پر جڏهن جڏهن هنجو گوروءَ جي انترياما ۾ ڀِشس پختو ٿيندو وڃتو ليڪن ليڪن سندس دل ۾ ڀوُ ــ پيدا ٿيندو. انهيءَ ڪارڻ هــو پنهنجي ڪمن ۽ ڪمزوريون کان ڏوري واقف ٿئي ٿو ۽ دم مارڻ جي لائق نٿو رهي ۽ پاڻکي شرمسار ٿو سمجهي. مالڪ ستگوروءَ اندر ٻرگهٽ آهي ۽ جڏهن هو هر جڳهه موجود آهي ليڪن ستگورو نه هرهنڌ حاضر ناظر ڏسڻ ۾ اچيتو. قدرتي آهي ــ جنهنجي هستيءَ جي موجودگيءَ جو پورو وشواس هوندو انهيءَ جو ڊپ ۽ لحاظ ضرور رهندو. شش کي پوري ڄاڻ رهيتي نه گهر ٻار توڙي ايڪانت ۾ سنگورو حاضران حضور آهي ۽ جاڳندي توڙي سمهندي ٻنهي حالتن ۾ هنجي ديک پال ڪريتو. اتري قدر جو گورو سندس من ۾ اندرُ حالن ۽ ڦرن کان نه واقف آهي. هنکي سدائين پنهنجي عيبن ۽ اوڻاين جو احساس رهيتو ۽ گوروءَ کي ڏسندئي هو شرمندو ٿئي ٿو ۽ بي اختيار هنجي اکيان جهڪي ٿو. اک کڻي گوروءَ ڏانهن نهارڻ جي همت نٿي ٿئيس. جيتوڻيڪ هو چاهيتو نه گورو ڪيس پيار ڏئي پر پنهنجي پتت اوستا ڏسي لاچار ٿي پرارٿنا ڪري ٿو ــ اى ستگورو!

”تم ديکت اوگن ڪرون، ڪئسي پاٿون توهه.“
(ڪبير صاحب)

ستگوروءَ جي نرمل سروپ جو درشن ڪري شش کي

جيئن جيئن پنهنجي گناهن جو احساس محسوس ٿئي ٿو ليئن ليئن سندس هردو نرمل ٿيندو وڃيٿو. پوءِ اهڙو گوروءَ جو پيارو پنهنجي ستگوروءَ جي حڪم کي پڇاڻي ٿو، سندس جس ڳائيٿو ۽ مان وڏائي ڇڏيٿو. پر اهو سڀ مالڪ جي خاص ديا مهر سان ئي ممڪن آهي.

پرمارٿ ۾ پوُ يا ڏيپ رکڻ جي ضرورت لئي زور ڏنو ويو آهي. اهو هڪ چهبوُڪ جو ڪم ڪريٿو جو سادڪ کي جلدي پوگيه ٻنائي ليت آخرين منزل تي پهچائي ٿو. منش چولي جو مقصد پريو پراپتي آهي. ملڪ الموت جو پتو نہ آهي نہ کهڙي ويلي يا وقت ايندو. جگياسوءَ اندر اهو مؤت جو ڀيپ ۽ اهو خيال نہ جي پنهنجي آدرش کي حاصل ڪرڻ کان اڳميئي مؤت آيو تہ املھ زندگي وئرت ويندي، هنجي وڪ روحاني راه ۾ وڌائين ٿا. جنهنجي من ۾ اهو ڀو ٻيو ٿو رهي تہ ڪٿي غفلت وچان گناهن ۾ ڪري نہ پوان، اپپاس کان دور نہ ٿي وڃان ۽ گوروءَ کي وساري نہ وهان، سو سدائين "جيئري مرڻ" جي ڪوشش ۽ نام جي ڪمائيءَ ۾ لڳو رهيٿو ۽ جمدوتن جي خطري کان بچي وڃيٿو. جنکي اهو ڀو نہ آهي سي جنم مرڻ جي ڀو کان بچي هن ڀؤ ساگر مان پار نہ ٿي سگهندا.

"ڄيا پئہ تس ناهہ، مچ پئہ نيويئاهہ،
نانڪ ايهہ پتنترا، تت ديباڻ گئئاهہ."

(سوهي وار محلہ ٢، ٣-٧٨٨)

"ڀيءِ بن ڪوءِ نہ لنگهس پار،
ڀيءِ ڀو راکيا ڀاءِ سوار."

(گؤڙي محلہ ١، ١-١٥١)

جنهن تي مالڪ مهر ڪري سوئي نس ڏن لڳاتار دل ۾ گوروءَ جو ڀو رکيٿو. اهڙو پريمي پنهنجي اندر انهد شبد کي

## ڀاءُ (پريم)

ڀو (ڀَپ) ذريعي ستگور لي ڀروسو ۽ وشواس ۽ هنلاءِ پيار، عزت ۽ مان وڌن ٿا. گوروءَ لاءِ شيوڪ جي دل ۾ پريم جو جذبو پيدا ٿئي ٿو ليڪن اهو جذبو ادب ۽ عزت سان مليل رهيٿو. گوربائيءَ ۾ انهيءَ پريم لي زور ڏنو ويو آهي جنهن مان پريتم لاءِ محبت ۽ عزت روم روم ۾ وسي وڃي. سڀ جپ، تپ، سنجم، تيرٿ، ورت اهڙي پريما ڀڳتيءَ کان سواءِ ڪنهن ڪم جا نه آهن.

”ڪيا جپ ڪيا تپ سنجمو،
ڪيا برت ڪيا اِسنان،
جب لگ جگت نه جانيئي،
ڀاءِ ڀگت ڀگوان.“

(گوڙي ڪبير جي ۱۳-۳۳۷)

ستگوروءَ جي گهري سنگت ڪرڻ سان ۽ هنجي ڪرپا دواران ئي اهو پريم جو دان مليٿو، پريم جنهن ۾ ڀو جي ا- مـلاوت رهيٿي. گورو انگد صاحب جن فرمائين ٿا ته اي ساڌڪ! تون ڀوَ روپي پير بنائي پيار جي اکين سان آلما جي پريتم طرف وک وڌاءِ. ائين ڪرڻ سان تنهنجو محبوب سان وصال ٿيندو.

”ڀيءِ ڪي چرڻ ڪر ڀاوَ ڪي لوئڻ سرت ڪريءِ،
نانڪ ڪهي سيائي او ڪنت مـلاوا هوءِ.“

(مانجهه وار محلہ ۲، ۵-۱۳۹)

جيڪا آلما ڀو ۽ ڀاو جو سينگار ڪريٿي، اها هميشهه پنهنجي پتي پرمالما جو سک ماڻي ٿي. اهو سينگار آلما ڪيئن ڪريٿي؟ جڏهن آلما ڀوَ روپي سرابون ڀاو روپي نيترن ۾ پائيٿي تڏهن ئي ان کي اهو سهاڳ حاصل ٿئيٿو.

” ڪيتا نانڪ پي ڀاڙ ڪا ڪري سينگار،
سڌهي سيجئي روئي ڀتار.“
(آسا محل ۱، ۸-۳۵۷)

مطلب ته پرجو سينگار ڪري پريم جو وس پان ڪري، پريت جي خوراڪ کائي ۽ تن من پتيءَ کي ارپڻ ڪري، پوءِ ئي آتما انهيءَ آنند کي ماڻي سگهيتي.

ڀئه سينگار تنبول رس،
ڀوجن ڀاءُ ڪريئه،
تن من سؤنپي ڪنت ڪئه،
تهٔ نانڪ ڀوگ ڪريئه.“
(سوهي وار محل ۳، ۶۱-۷۸۸)

جڏهن من ۾ ڪنهن انوکي، سندر ۽ موهيندڙ هستيءَ جو پروسي ٿو ته پوءِ قدرتي انهيءَ جي منڙي ياد ۾ هردم هردي ۾ رهيتي انهيءَ کي سڏجي ٿو پريم. سو جڏهن ساڌڪ جي من ۾ پڙ اچيتو ته لازمي محسس ۾ پنهنجو پاڻ اڀي واسو ڪريتي. اهڙي ڀاو بنا سچي ڀڳتي ممڪن ناهي.

” نانڪ جن من ڀئه تنا من ڀاءُ.“
(آسا محل وار ۱۴-۴۶۵)

” ڀيءِ بن ڀگت نه هوونئي، نام نه لگي پئار.“
(سوهي وار محل ۳، ۱۴-۷۸۸)

گوروُ رامداس صاحب جن ته فيصلو ڪندي فرمائين ٿا ته پريم ڀاو نه ايندو ۽ نڪو هي ڀوساگر پار ٿيندو.

” بن پيءِ ڪني نه پريم پائيا،
بن پيءِ پار نه اترئا ڪوئي.“
(تکاري محل ۴، ۱-۱۱۱۶)

# پرمارٿ جي ساڌنن ۾ سهائڪ ڳالهيون

## ( Helping Factors )

پرمارٿ ۾ ڀڳتي، پريم ۽ عشق ضروري آهن. ٽيئي الڳ الڳ اهي، ليڪن تا پر در اصل ٽنهي جو روپ هڪ ئي آهي. سمان هوندي به ڀڳتي ۽ پريم جي حالت ۾ ڪجهه فرق آهي. ڀڳتي هڪ بي اختيار ڀاو ۽ ڪشش آهي جا پريتم جي طرف ڪيڇي ٿي وڃي. پريم پريتم سان ميلاپ ۽ هن ۾ لين ٿي رهڻ جي آنند کي چئجي ٿو. پريم آهي پريتم جي گهري ۽ گهاٽي آنند ۾ محو ٿي وڃڻ ۽ ڀڳتيءَ جي آدرش کي مڪمل ڪرڻ. پريم آهي مالڪ جي سچي نماز. مستيءَ جي عالم ۾ هڪ دفعو ئي من جي مالها ڦيرڻ سان دل ۾ پريتم جي ياد ۽ اکين ۾ انهيءَ جو ڏيان وسي وڃيٿو. روم روم مان پريم جي پڪار نڪريتي ۽ نيڻن مان نير لڳاتار وهندو رهي ٿو. انهيءَ ياد ۽ ڌيان جي دوارا انسان پنهنجي دل جي ڪعبي تائين جلدي رسائي حاصل ڪريٿو. بنا انس صرف خشڪ روزا، نمازون ۽ عبادتون ڦلدايڪ نٿيون ٿين. اهو خشڪ مارگ صرف لڙڪن سان ئي تر ٿئي ٿو ۽ جگياسوءَ کي جلدي منزل مقصود تي رسائي ٿو. پريم بنا سڀ جپ تپ، گيان ۽ ڌيان ٿوٿا آهن ۽ انهيءَ بنا ابياسي روحاني راز کان محروم رهجي وڃيٿو ۽ مالڪ جي سچي ڀڳتيءَ جو ڀنڊار نٿو پائي سگهي. ڀلي ڪٺي هزارين عبادتون ڪريو پر توهين سچا نمازي نه بڻجي سگهندا. جيڪو پريم جي رس کان وانجهيل آهي سو ڪيئن محبوب جي رازن کان واقف ٿيندو؟

”هزار سال عبادت ڪند نمازي نيست،
ڪسي ڪو عشق ندارد خدا راضي نيست.“

مالڪ جي لاءِ ڪئين ساڌن آهن جهڙوڪ جپ تپ،

